# Mirza Qaleech Baig 6 to 8

## Mirza Qaleech Baig

6 Islam jaa 72 Firqaa

7 Jismani verzish

8 Islam Mein Ilm Jee Gholha

# [6]

# اسلام جا ٽيهتر فرقا

اسلام جو دين آهي، الله تعالى کي هڪ سمجهڻ ۽ سڀ ڳالهه ۾ انهيءَ جي رضاجوئي ڪرڻ ۽ ان جي آڏو سر جهڪائڻ. جيڪو انهيءَ دين تي قائم ٿو رهي ۽ خدا کي هڪ ٿو ڄاڻي ۽ محمد مصطفى صلي الله عليه وسلم جن کي سچو رسول ٿو ڄاڻي، تنهن کي ”مسلمان“ ٿو چئجي. سچي اعتقاد ۽ ايمان واري مسلمان کي ”مومن“ چون ٿا ۽ اُهو، دين جي اصولن ۽ فروعن تي، يعني حضرت جن جي شريعت تي،

پوريءَ طرح ٿو هلي. مذهب، دين جي طريقي کي ٿا چون، ۽ اهڙا طريقا گهڻا آهن، جنهنڪري مذهب جا فرقا گهڻا ٿيا. حضرت صلي الله عليه وسلم جن جي حديث آهي ته: ”مون کان پوءِ منهنجيءَ امت ۾، ٽيهتر فرقا ٿيندا، انهن مان هڪڙو، ناجي يا نجات حاصل ڪرڻ وارو هوندو ۽ جنت ۾ ويندو ۽ ٻيا سڀ، گمراهه هوندا ۽ جهنم ۾ ويندا. ناجي فرقو اهو آهي، جو منهنجي اڄوڪيءَ سنت تي ٿو هلي.“ حضرت جن جي حياتيءَ ۾ ته فرقا ڪين هئا، سڀ مسلمان هئا، ۽ انهن ۾ به گهڻا، ظاهر توڙي باطن ۾ سچا مسلمان هئا ۽ پوري ايمان وارا هئا، جنهنڪري انهن کي ”مومن“ چوڻ ۾ آيو، ٻيا ظاهري مسلمان هئا، مگر اندر ۾ پورو ايمان نه هونِ، تنهنڪري انهن کي ”منافق“ چوڻ ۾ آيو. حضرت صلي الله عليه وسلم جن جي وفات کان پوءِ، خلافت جي ڪري، فرق پيدا ٿيو، جو وڌندو ويو ۽ چوٿين خليفي، حضرت عليءَ کان پوءِ، اُهو زياده ٿيو، جنهنڪري اسلام جا پهريان به وڏا مذهبي فرقا، سني ۽ شيعا، ٿيا. انهن ٻنهي جو، ڪهڙين ڳالهين ۾ فرق، اختلاف ۽ تڪرار آهي، سو اسان ڏار، پنهنجي ڪتاب ”حجه الشيعه“ ۾، مفصل طرح ڏيکاريو آهي. هتي، فقط هيترو چوڻ بس آهي، ته سني، اهي آهن، جي حضرت جن کان پوءِ، حضرت عليءَ کي،

چوٿون خليفو، ماڻهن جي چونڊ سان ٿيل، سمجهن ٿا، ۽ خليفي حضرت ابوبڪر کي، پهريون خليفو ۽ افضل الناس بعد النبي ٿا ڄاڻن. شيعا، اهي آهن، جي حضرت صلي الله عليه وسلم جن کان پوءِ، خدا جي حڪم موجب، امت جي ديني ۽ دنيوي هدايت لاءِ، حضرت علي ابن ابي طالب کي، پهريون خليفو ۽ امام ۽ وصي ۽ امير المؤمنين ڪري ٿا ڄاڻن، ۽ انهيءَ کان پوءِ، سندس اولاد، پشت به پشت، جن کي ٻارهن امام ٿا چون. انهيءَ ڪري، شيعن کي ”اثنا عشري“ ۽ ”اماميه“ به سڏين ٿا. انهيءَ کان پوءِ، انهن ٻنهي فرقن مان به، ٻيا فرقا ٿيا- جهڙا سنين ۾ تهڙا شيعن ۾- شيعن مان پوءِ، اسماعيلي ٿيا، جي فقط پهرين ڇهن امامن کان پوءِ، ٻيا امام شمار ڪرڻ لڳا، ۽ انهن ۾ به، وري فرق پوڻ لڳا ۽ ٻيا وڏا فرقا ٿيا، جن مان اڄا تائين هڪڙا ”بوهرا“ ۽ ٻيا ”خواجه“ هلندا اچن. انهن جي مذهب جو تفصيل، اسان جي ڪتاب ”تحفه اسماعيليه“ ۾ ڏنل آهي، جو اُتي ڏسڻ گهرجي. پر خود اثنا عشري يا امامي شيعن منجهه به، ٻه فرقا آهن - هڪڙا اخباري ۽ ٻيا اصولي - جن جو هتي بيان ڪرڻ جو ضرور ناهي. ڪي، متعزليه فرقي کي به، اثنا عشري شيعن جو ٽيون فرقو، چوندا آهن.

اهل سنت والجماعت جا به، چار وڏا فرقا آهن، جي سندن چئن مجتهد امامن جي مذهبن تي ٻڌل آهن. هڪڙو امام ابوحنيفه، جنهن جا پيروي ڪندڙ حنفي ٿا سڏجن، ٻيو شافعي، جو شافعي، سنين جو مهندار آهي، ٽيون امام مالڪ، جو مالڪ سنين جو اڳواڻ آهي، ۽ چوٿون حنبل، جنهن جا پيروي ڪندڙ ”حنبلي“ ٿا سڏجن. انهن جي وچ ۾، جيڪو فرق آهي، سو سنين جي ڪتابن ۾، عقايد توڙي فقه جي به نسبت، مفصل طرح ڏنل آهي ۽ اسان جي ڪتاب ”شرع محمدي“ ۽ کن ٻين مان به، معلوم ٿي سگهندو.

هتي اسين، هڪڙي ناجي فرقي کي ڇڏي، باقي مشهور ٻاهتر فرقن جا نالا ۽ انهن جا مختصر اصول ڏيکاريندا سين، جن مان، انهن جو فرق معلوم ٿيندو. پهرين، انهن جا ڇهه وڏا فرقا آهن، جن مان هر هڪ جا ٻارنهن فرقا آهن، يعني ڇهن اصلن يا ٿڙن مان، ٻارنهن ٻارنهن شاخون ٿيون، جنهنڪري ڪل ٻاهتر ٿيا، جن جو تڪرار هلندو اچي، جيئن حافظ شيرازي ٿو چوي ته:

(بيت)

جنگ هفتاد ودو ملت، همه را عذر بنه،

چون نه ديدند حقيقت، رمه افسانه زدند.

اهي ڇهه وڏا فرقا، هي آهن: جبريه، قدريه، مرجيه، جهميه، خارجيه، رافضيه.
(الف) جبريه: اُهي سني مسلمان آهن، جن جو عام ۽ مجمل اعتقاد هيءُ آهي، ته ڪين ذاتي، ڪنهين به قسم جي طاقت ڪانهي، حتي ڪ ٿوري ۽ پيشاب ڪرڻ، ۽ کائڻ ۽ پيئڻ وغيره جي به ناهي ۽ توفيق، فعل يا ڪم ڪرڻ کان اڳي ٿي ٿئي ۽ نه پوءِ، انهيءَ فرقي جون ٻارنهن شاخون، هي آهن: (1) نجاريه: اهي وسهن ٿا ته خدا تعالى، مخلوقات کي، علم تي خلقيو آهي ۽ نه معلوم تي انهيءَ ڪري هو جيڪا سزا ٻندن کي ڏيندو، سا سندس (خدا جي) ڪمن جي ٿي، ۽ نه ٻندن جي ڪمن جي، (2) مضطريه: جن جو اعتقاد اهو آهي، ته جيڪي اسين ڪريون ٿا، سو لاچاريءَ سان ۽ بيوسيءَ کان ٿا ڪريون، نه پنهنجي اختيار سان، بلڪ نعوذ بالله، وضو ۽ استنجا به خدا تعالى ٿو ڪرائي! (3) معيه: انهن جو اعتقاد آهي، ته ٻندن کي به ڪم ڪرڻ جي طاقت برابر آهي، پر جيڪو به ڪم، هو ڪن ٿا، سو خدا جو ڪم آهي. (4) افعاليه: انهن جي سمجهه موجب، جيڪي به اسين ڪريون ٿا، سو اسان جو فعل آهي، پر نالي طور. حقيقت ڪري، اسان کي، ڪنهن به فعل يا ڪم ڪرڻ جي طاقت ڪانهي. (5) مفروضيه: جن جو عقيدو

آهي، ته جيڪڏهن ڪو ماڻهو، ڪي ڪرڻ گهري، ته اُهو ڪري يا موجود ڪري نٿو سگهي، تنهنڪري پوءِ، جيڪي موجود ٿئي ٿو، سو خدا جي ئي طرفان ٿئي ٿو. (6) ڪسبيه: انهن جو اعتقاد آهي، ته نه ثواب گهٽ ٿي سگهي ٿو ۽ نه عذاب. جيڪي خدا، مقرر ڪيو آهي، سو ٿيندو. ماڻهو پاڻ، چڱي ڪري يا بچڙي! (7) سابقيه: هي وسهن ٿا، ته جيڪي ٿيڻو هو، سو ازل کانئي ٿي چڪو. ماڻهو کي، جيڪي وٽي، سو پيو ڪري. کيس نه نيڪيءَ جي جزا ملندي ۽ نه بديءَ جي سزا. (8) خوفيه: هي چون ٿا، ته دوست، دوست کي ڏيچاريندو ۽ خبردار ڪندو آهي. هاڻي، جڏهن اسان کي پڪ آهي ته خدا، اسان جو دوست ۽ خيرخواهه آهي، تڏهن ڏپ کهڙو ڪرڻ گهرجي؟ (9) حبيبيه: هنن جي سمجهه موجب، خدا، سندن دوست آهي، ۽ پاڻ، خدا جا دوست آهن، جيئن خدا جا پيا به گهڻا دوست آهن، تنهنڪري هنن کي، سزا ۽ عذاب جو، ڪو به خيال ڪو نه ٿو رهي. (10) فڪريه: اُهي، هن ڳالهه جا معتقد آهن، ته خدا جي بابت، فڪر ۽ ويچار ڪرڻ، تمام افضل ۽ عمدي عبادت آهي، تنهنڪري جيئن علم زياده ٿيندو، تيئن عبادت گهٽ ڪرڻي پوندي، ۽ خدا تعالى جو، سندن مال ۾ حصو آهي. جيڪو انهيءَ کي، پنهنجي مال مان

حصو نه ڏيندو، اهو ظالم آهي. (11) جبريه: جن جو چوڻ آهي، ته خير ۽ شر، چڱائي ۽ بچڙائي، خدا جي ئي طرف کان آئي، اسان کي ڪو به اختيار ڪونهي. (12) متمنيه: جي چاڻن ٿا، ته جنهن کي به، ماڻهوءَ جو نفس چڱو چوي، يا دل چاهي، سو ئي چڱو آهي.
(ب) قدريه: اُهي آهن، جن جو مجمل اعتقاد اهو آهي ته جيڪي، خدا جي اڳيان ڪفر هوندو، سو ممڪن آهي ته خلق جي اڳيان ايمان هجي، يا جيڪي، خدا جي اڳيان ايمان هوندو، سو خلق جي اڳيان ڪفر هجي. هو، جنازي نماز کي، واجب نٿا ڄاڻن، خير ۽ شر کي به، خدا جي طرح کان نٿا ڄاڻن. هنن جي حجت، اها آهي، ته توفيق، انسان کي، ڪنهن ڪم ڪرڻ کان پوءِ ٿي ٿئي ۽ نه ڪنهن ڪم ڪرڻ کان اڳي، برعڪس ٻي اهل سنت جماعت جي، جا توفيق ۽ فعل کي، هڪجهڙو ۽ گڏ ٿي سمجهي. هيءَ فرقو، روز الست ۽ ميثاق کي به نٿو مڃي، ۽ پاڻ کي، مومن ٿو ڄاڻي ۽ نه ڪافر. حضرت جن جي معراج کي پڻ هو، فقط خواب ٿا وهسن، ۽ نه جاڳڻ جي حالت ۾. ٿورن گهڻن اختلافن سان، هنن جون به، ٻارنهن شاخون يا فرقا آهن:
(1) ثنويه: جي چو ٿا، ته خير، خدا جي طرفان آهي ۽ شر، شيطان جي طرفان. (2) احمديه: جي فرض

ڪي قبول ڪن ٿا ۽ سنت کان انڪاري آهن. (3) شريڪيه: هي ايمان کي به مخلوق ٿا سمجهن. (4) ڪيسابيه: هي، پنهنجن ڪمن کي، مخلوقات نٿا چاهن. (5) ناڪسيه: هي، بادشاهن کان باغي ٿيڻ، روا ٿا چاهن. (6) شيطانيه: جن جو چوڻ آهي، ته شيطان آهي ئي ڪونه (7) همپه: جي وسهن ٿا، ته اسان جن ڪمن جي ڪا به جزا ۽ سزا ڪانهي. (8) قاسطيه: جي چون ٿا، ته مال گڏ ڪرڻ فرض آهي ۽ زاهدن جي عيب جوئي ڪرڻ روا آهي. (9) منزليه: جي، بچڙائين جي مقدر هئڻ کان غير واقفيت ۽ گمان ظاهر ڪن ٿا. (10) رويديه: جي وسهن ٿا، ته دنيا جيئن آهي، تيئن هلندي، نابود نه ٿيندي (11) متبريه: جن جو اعتقاد هيءُ آهي، ته جنهن گناهه ڪيو، سو ڪافر ٿيو، توبهه، اصل قبول نه ٿيندي. (12) نظاميه: جي چون ٿا، ته خدا، ڪي به ڪين آهي جو نظر اچي سگهي.

(ج) مرجيه: هي اُهي آهن، جن جو عام اعتقاد اهو آهي، ته ايمان آڻڻ، فرض آهي، باقي ٻيو سڀ خير! نڪا نماز، نڪو روزو! اهي، ڪي به ڪين آهن. ايمان آڻن کان پوءِ ماڻهو، آزاد ۽ مطلق العنان آهي، جيئن وڻيس، تيئن ڪندو وتي. هن فرقي جون هيٺيون ٻارنهن شاخون آهن:

(1) حشنويه: جي واجب، سنت ۽ نفل، ٿنهي کي هڪجهڙو ٿا ڄاڻن. (2) تشبيه: جي چون ٿا، ته خدا تعالى، حضرت آدم کي، پنهنجي صورت تي بنايو آهي. (3) مدعيه: جن جو چوڻ آهي، ته دنيا ۾، جيڪي نيون شڪليون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون، سي خدا جي خواهش ۽ ارادي کان ناهن، پر پاڻهي ئي پيدا ٿيون آهن ۽ ڏيکاري ٿيون ڏين. جيڪو نئون بادشاهه بنجي، تنهنجي فرمانبرداري ڪرڻ گهرجي. (4)اشربيه: جي چون ٿا، ته سڀ شيءِ جو اصل يا بنياد، قياس آهي. (5) مشئيه: جي پاڻ کي ”مؤمن“، فرض ڪري ٿا ڄاڻن. (6) متفوضيه: جن جو اعتقاد آهي، ته خدا جي مهربانيءَ سان، ايمان وڌي ٿو ۽ سندس ڪاوڙ کان، ايمان گهٽجي ٿو، انهيءَ ۾، انسان جو، ڪو به دخل ڪونهي. (7) عمليه: جي چون ٿا، ته جيڪڏهن علم ناهي، ته عمل، ڪنهين ڪم جو ناهي، مثلا، جنهن کي نماز جي حقيقت يا اصليت جو ڪو به علم ڪونهي، تنهنجي نماز، اجائي آهي. (8) تنبيه: جن جو چوڻ آهي، ته ايمان آڻڻ، درحقيقت، علم آهي، جيڪو، سڀ امر ۽ نهي نٿو ڄاڻي، سو ڪافر آهي. (9) شاڪيه: جي چون ٿا، ته ايمان ۾ تيسين، شڪ هئڻ گهرجي، جيسين روح ۽ عقل جي وسيلي، يقين نه ٿئي، جن ٻنهي جو، انسان جي وجود تي، ٿو رهي. (10)

اجيه: جي وسهن ٿا، ته نه خدا جي فرمانبرداريءَ ڪري ماڻهو، مومن ٿئي ٿو ۽ نافرماني جي ڪري گنهگار ٿئي ٿو. (11) شارڪيه: جن جو اعتقاد آهي ته لا الــٰه الا الله چوڻ سان، ماڻهو، مومن ٿئي ٿو، پوءِ وڏيس، ته خدا جي عبادت ڪري، وڏيس ته نه ڪري. (12) تارڪيه: جن جو ويساهه آهي، ته علم، دنيا جي مال گڏ ڪرڻ لاءِ آهي ۽ عمل، آخرت جي نعمتن حاصل ڪرڻ لاءِ آهي، تنهنڪري انهيءَ ڪٽراڳ ڪان پري رهي، مولى جي در تي پئجي رهجي.

(د) جهيمه: اهي آهن، جي قبر جي عذاب، ۽ منڪر ۽ نڪير جي پڇا، حوض ڪوثر ۽ ملڪ الموت کي نٿا مڃين، نڪي وسهن ٿا، ته خدا تعالى، حضرت موسى سان، همڪلام ٿيو. هنن جو اعتقاد آهي، ته ايمان، دل ۾ ٿو رهي، زبان سان اقرار ڪرڻ جو، ضرور ڪونهي. انهن ۾ به، ٿورن گهڻن اختلافن جي ڪري، ٻارنهن شاخون يا ننڍا فرقا آهن:

(1) معطلبه: جي، خدا تعالى جي نالن ۽ صفاتن کي، مخلوقات ٿا ڄاڻن (2) مرابصيه: جي، علم، قدرت ۽ مشيت کي، الاهي مخلوقات ٿا ڄاڻن. (3) مراقبيه: جي وسهن ٿا، ته خدا، اهڙي هنڌ آهي، جنهن جو ڪو به پتو يا نشان پوڻ جو ناهي (4) وارديه: جن جو عقيدو آهي ته مومن جهنم ۾ ڪڏهن به ڪين ويندو،

پر جيڪڏهن هو، جهنم ۾ ويو، ته اتان وري، ان جو نڪرڻ، امڪان کان ٻاهر آهي. (5) حرفيه: جي چون ٿا، ته دوزخي، اهڙيءَ طرح ساڙي ناس ڪيا ويندا، جو انهن جو پتو ئي نه پوندو، پوءِ دانهون ۽ فريادون ڪير ڪندو؟ (6) مخلوقيه: جي، قرآن مجيد کي، مخلوق ٿا چاهن. (7) غيريه: جي حضرت صلي الله عليه وسلم جن کي، فقط هڪڙو حڪيم ٿا سمجهن ۽ نه رسول (7) فانيه: جي، بهشت ۽ دوزخ کي، فاني ٿا سمجهن (9) زنادقيه يا زنديقي: جي، عالم کي قديم ٿا چاهن، ۽ ائين وسهن ٿا، ته خدا تعالى دنيا ۾ به ڏيکاري ڏيندو. بهشت ۽ دوزخ، فقط روحن لاءِ آهي ۽ نه جسمن لاءِ. حضرت جن جو معراج به، روحاني هو ۽ نه جسماني (10) لفطيه: جي، قرآن کي، خدا جو ڪلام نٿا چاهن، پر قرآن پڙهڻ وارن جو ڪلام ٿا چون. (11) قبريه: جي چون ٿا، ته قبر ۾ عذاب نٿو ملي، چالاءِ جو، جي قبر ۾ عذاب ملي ها، ته قبر کان ٻاهر هجي ها، ته جيئن ماڻهو، اُهو ڏسي، ٻچن ها (12) واقفيه: جي چون ٿا، ته قرآن جي نسبت ۾، ائين چئي نه سگهبو، ته مخلوق آهي. يا غير مخلوق. هيءُ فرقو، مسلمان ٻانهي جي، ڪافر کان خريد ڪرڻ کي، درست ٿو چاهي.

(ه) حارجيه: انهن جو عام اعتقاد اِهو آهي، ته ظالم بادشاهه تي، خروج ڪرڻ يا بغاوت ڪرڻ، گناهه آهي، ۽ انهيءَ ڪري، حضرت عليءَ، جو معاويه تي خروج ڪيو، سو ناجائز هو. جماعت ساڻ نماز به، جائز ناهي. اهل قبله وارن مان، جيڪو به گناهه ڪري ٿو، سو ڪافر ٿئي ٿو، انهن جا به ٻارنهن ننڍا فرقا يا شاخون آهن:

(1) معتزليه: جي چون ٿا، ته ائين چوڻ درست ناهي، ته خدا تعالى، انسان جي لاءِ، ڪي مقدر ڪيو آهي، (يا) ڪي مقدر نه ڪيو آهي. پهرئين قول تي ويساهه رکڻ ڪري، خدا تي ظلم جو اطلاق ٿيندو ۽ پوئين قول تي ويساهه رکڻ ڪري، عجز جو. هنن جي اعتقاد موجب، فاسق جي پٺيان نماز پڑهڻ، ناجائز آهي. ايمان کي، ماڻهو، حاصل ڪري ٿو سگهي ۽ اُهو، خدا جو خلقيل نه آهي. قرآن فقط اخبار آهي ۽ انهيءَ ۾ ڳالهيون لکيل آهن. بندن جا ڪم، سندس (خدا جا) پيدا ٿيل يا مخلوق آهن. جيئرن جي طرفان، جيڪي مئن جي لاءِ ڪجي ٿو، سو سڀ اجايو آهي. مئن کي، جيئرن جي دعا وغيره مان، ڪجهه به فائدو حاصل نٿو ٿئي. قيامت ۾، ڪو به شفاعت نه ڪندو، نه ڪو حساب ٿيندو ۽ نه ڪو ولي آهي. نه ڪا ساهمي، عملن تورڻ لاءِ آهي نه ڪا پل صراط آهي،

جنهن جي مٿان لنگهبو. فاسقن جي جاءِ، بهشت ۽ دوزخ جي وچ ۾ ٿيندي. ملائڪن کي، مؤمنن کان افضل ڄاڻڻ گهرجي. عقل ۾، مسلمان ۽ ڪافر، ٻئي برابر آهن. خدا کي اکين سان ڏسڻ ۽ ان جو ديدار ڪرڻ، ناممڪن آهي. خدا، انهيءَ وقت کان وٺي خالق ٿيو، جنهن وقت کان، مخلوقات پيدا ڪيائين ۽ انهيءَ وقت کان وٺي رازق ٿيو، جنهن وقت کان روزي ڏيڻ لڳو. نه خدا ۾، ڪنهن وصف جو هئڻ، چئي ٿو سگهجي ۽ ، نه ان جو نه هئڻ. بهشت وارا به، مري سگهندا ۽ انهن جو سمهڻ ۽ خوش رهڻ به، امڪان کان ٻاهر ناهي. قيامت جي نشانين کي، هو، نٿا مڃين، جيئن ته دجال، ياجوج ماجوج وغيره. طلاق ڏنل زال کي، سواءِ حلاله جي، وري زال ڪري وٺڻ ۾، ڪا به حرڪت نٿا ڄاڻن. عقل کي، علم کان بهتر ٿا ڄاڻن ۽ زياده پسند ٿا ڪن، يا ته ٻنهي کي، هڪجهڙو، شمار ٿا ڪن. هيئن به نٿا ويساهه ڪن، ته معراج جي رات، خدا تعالى جو ڳالهائڻ، حضرت صلي الله عليه وسلم جن، ڪنهن به واسطي کان سواءِ ٻڌو، ۽ معراج کان اڳي، حضرت جن، پيغمبر نه هئا ۽ نه رحلت کان پوءِ، پيغمبر رهيا، ۽ وحي نازل ٿيڻ کان اڳي، هو، نه مؤمن هئا ۽ نه ڪافر. (6) ازرقيه: جي چون ٿا، ته وحي جو اچڻ بند ٿي ويو آهي،

تنهنڪري خواب ۾، ڪو چڱو ڪم يا چڱي ڳالهه نظر نه ٿي اچي ۽ هيئن به چون ٿا، ته مشرڪن جا ٻار، پنهنجن مائٽن سان گڏ، دوزخ ۾ پوندا (3) ثعلبيه: جي چون ٿا، ته اسان جا ڪم، خدا کان آهن، نه قضا ۽ قدر کان (4) اياضيه: جن جو اعتقاد آهي، ته قول، عمل، نيت ۽ سنت ئي ايمان آهي (5) حازميه: جي چاٽن ٿا، ته ايمان جو فرض هئڻ، ثابت ناهي (6) حلقيه: جي چون ٿا، ته ڪاذي چڏڻ ڪري، انسان، ڪافر ٿو ٿئي. (7) ميمونيه: جن جو اعتقاد آهي، ته غائب تي ايمان آڻڻ، باطل آهي (8) احسنيه: جي چون ٿا، ته ڪنهين به عمل جي جزا ڪانهي (9) شمراحيه: جن جو خيال آهي ته زالون به، گلن ٻوٽن وانگر آهن، جي ڪو به سگنهي ٿو سگهي ٻوءِ نڪاح جو ڪهڙو ضرور آهي؟ (10) ذوريه: جي چاٽن ٿا، ته جيسين بدن زور سان نه مليو يا مهٽيو ويندو، تيسين اهو پاڪ نه ٿيندو. (11) ڪنزيه: جي چاٽن ٿا، ته دنيا جي زڪوات، واجب ناهي (12) محڪميه: جي حڪمت جا به قائل آهن.

(و) رافضيه: انهن جو عام اعتقاد اهو آهي ته حضرت ابوبڪر ۽ عمر، لعنت ۽ نفرين جا لائق آهن ۽ رسول الله جي اصحابن جي عيب چيني ڪرڻ ۽ انهن کان بيزار ٿيڻ روا آهي ۽ فقط حضرت عليءَ کي، چڱو ٿا

چاڻن ۽ بيبي عائشه تي تبرا ڪن ٿا ۽ بيبي فاطمه کي، بيبي عائشه کان، بهتر ٿا چاڻن. اهي، نماز ۾، هٿ ٻڌندا آهن. تراويحه جي نماز کي، بدعت ٿا چاڻن. زالن سان معته ڪرڻ، جائز ٿا سمجهن. نڪاح جو ضرور ڪو نه ٿا سمجهن. ٽن طلاقن، گڏ ڏيڻ سان، زال کي طلاق نٿي ملي. جيسين تارا، روشن ڏسڻ ۾ نه اچن، تيسين روزو، نٿا ڇوڙين، شام جي نماز پڙهڻ، درست نٿا چاڻن. رسول الله جي نسبت ۾، هنن جو گمان آهي، ته تبليغ جي ڪري، رسالت جو لائق نه هو. هنن جا خطيب، ڪاري پوشاڪ ڍڪيندا آهن. نڪاح کان سواءِ، پنهنجين ٻانهين کي، ٻين تي حلال ڪري ڏيڻ، رڳو مالڪ جي چوڻ سان جائز آهي. غير مسلمان کان، وياج وٺڻ، جائز ٿا چاڻن. ڪن ڳالهين ۾، هنن جو، هڪٻئي سان، فرق رهي ٿو، جنهنڪري انهن جا ٻارنهن فرقا آهن:

(1) علويه: جي، حضرت عليءَ کي، نبي ٿا چاڻن (2) ابرشه: جن جو اعتقاد آهي، ته نبي صلي الله عليه وسلم ۽ علي، ٻئي گڏجي رسول ٿيا. (2) شيعه: جن جو اعتقاد آهي، ته جو ماڻهو، حضرت جن جي اصحابن کان وڌ، حضرت عليءَ سان محبت نٿو رکي، سو ڪافر آهي.(4) زيديه: جي، حضرت عليءَ کان سواءِ، ٻئي ڪنهن کي نماز جي امامت جو لائق

نٿا ڄاڻن. (5) اسحاقيه: جن جو ويساهه آهي، ته ڪنهين به زماني ۾، زمين يا دنيا، نبيءَ کان خالي نٿي رهي، ۽ اجا تائين، هڪڙي نه ٻئي کي، نبي ڪري ٿا مڃن ۽ انهيءَ ڪري، حضرت صلي الله عليه وسلم جن کي، خاتم الانبياءَ نٿا ڄاڻن. (6) عباسيه: جي عباس ۽ عبدالمطلب جي اولاد کان سواءِ، ٻئي ڪنهن کي به، امامت جو لائق نٿا ڄاڻن. (7) ناوسيه: جن جو خيال آهي، ته جيڪو پاڻ کي ٻئي کان بهتر ڄاڻي، سو ڪافر آهي. (8) متناسخيه: جن جو، تناسخ ۽ اعتقاد آهي ۽ ڄاڻن ٿا، ته جڏهن ڪنهن جسم مان روح بيزار ٿي، نڪري ٿو، تڏهن ٻئي جسم ۾ گهڙي ٿو، جيئن هندن جو اعتقاد آهي. (9)لاعنيه: جي، معاويه، طلحه، زبير ۽ بيبي عائشه تي، لعنت ٿا ڪن. (10) متربصيه: جي، اسلام جي بادشاهن جي نافرماني ڪرڻ ۽ انهن سان جنگ ڪرڻ، جائز ٿا ڄاڻن. (11) راجعيه: جي وسهن ٿا، ته حضرت علي، حضرت عيسى وانگي، وري دنيا ۾ ايندو، ۽ هاڻي، اهو، ڪڪرن ۾ لڪل رهي ٿو ۽ گوڙ، انهيءَ جي گهوڙي جو آواز آهي، ۽ کوڙ، سندس گهوڙي (دلدل) جي سنبن جو چمڪاٽ آهي، جو ڪاوڙ مهل، نڪري ٿو. (12) اماميه: جي هندستان ۾، اهل سنت و جماعت جو ضد آهن، ۽ گهڻا نظر اچن ٿا.

مثين، اسلامي ڇهن فرقن مان، اگرچه مڙئي ٻاهتر فرقا ٿيا آهن، تڏهن به انهن سڀني مان، پويون وڏو فرقو، رافضين وارو، اهل سنت وارا، سڀني کان خراب سمجهندا آهن، بلڪ انهن کي، مسلمان به شمار نه ڪندا آهن. انهن کي، رافضي نالو، هن ڪري مليو، جو رفض ڪيائون. زيد بن عليءَ سان بيعت ڪري، انهيءَ کي پنهنجو سردار ڪري، حجاج بن يوسف، حاڪم تي، خروج ڪيائون. پوءِ زيد کي زور ڪيائون، ته حضرت ابوبڪر ۽ عمر تي تبرا ڪري. زيد، انڪار ڪيو ۽ چوڻ لڳو ته آئون، پنهنجي ناني جي خليفن ۽ اصحابن کي بد نه چوندس. تنهن تي هو، ڪاوڙيا ۽ زيد کي ڇڏي هليا ويا، يعني رفض ڪيائون. پوءِ حجاج، انهن کي گرفتار ڪري، مارائي ڇڏيو. انهيءَ وقت کان وٺي، اُهي، رافضي سڏجڻ ۾ آيا. پوءِ انهن مان به، ٿورن اختلافن سان، ٻارنهن شاخون ٿيون، جي مٿي ڏنيون ويون آهن، پر اهي سڀ، پاڻ کي، حضرت عليءَ جا دوست ۽ شيعا سڏڻ لڳا. انهن مان گهڻن، ته انهيءَ محبت ۾، افراط ڪيو، يعني حد کان نڪري ويا جن کي نصيري يا علي الاهي ٿا چون . اهي، حضرت عليءَ کي، خدا ٿا ڄاڻن، تنهنڪري سني، انهن کي، ڪافر ٿا چون . انهن کي، غالي به چوندا آهن، يعني غلو يا افراط

ڪندڙ. انهن کان سواءِ، ٻيو هڪڙو فرقو، صوفين جو آهي، جي ورڻي، خدا تعالى جي توحيد جي اعتقاد ۾، افراط يا غلو ڪن ٿا، اگرچه انهن ۾، معرفت ۽ بصيرت وارا ماڻهو به آهن، تڏهن به سني توڙي شيعا، انهن جي برخلاف آهن ۽ ڪي انهن کي، ڪافر به سمجهندا آهن هنن جو، خاص اعتقاد آهي، ته دنيا، جيڪي به آهي، سو خدا آهي، ۽ خدا کان سواءِ، ٻيو ڪي به ڪينهي. جيڪي دنيا ۾ نظر ٿو اچي، سو رڳو خواب ۽ خيال آهي ۽ انهيءَ کي، ڪو به وجود يا اعتبار ڪونهي. اهو سڀ، خدا آهي، يعني ”همه اوست“ صوفي، چئني خليفن کي، تعظيم ڏيندا آهن ۽ ٻهرين ٽن خليفن کي، بد نه چوندا آهن مگر حضرت عليءَ کي، رسول الله صلي الله عليه وسلم جن کان پوءِ، وڏو ولي، بلڪ ولين جو سردار، معرفت ۽ علم جو وڏو امام ڄاڻندا آهن ۽ انهيءَ کان پوءِ، سندس اولاد کي. جڏهن صوفي، سڀ شيءِ کي، خدا جي ذات يا وحدت ۾ شامل ٿا سمجهن، ۽ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن کي به، تڏهن پاڻ کي به انهيءَ ۾ داخل ٿا سمجهن ۽ پاڻ کي به، خدا، يا خدا جو جزو ٿا ڄاڻن، جيئن منصور، ”انا الحق“ جي دعوى ڪئي ۽ ڪن ٻين به. انهيءَ ڪري، هو، مسلماني شريعت جي برخلاف ٿيا، ۽ مٿن، ڪفر جو الزام آيو، اگرچه انهن

۾، گهڻا ڪشف ۽ ڪرامتن جا صاحب آهن، جي تصوف ۽ اسلام کي، موافق ڪي ٿا ڏين.
سنت جماعت جا پڻ، مثين چئن وڏن فرقن کان سواءِ، ڪيترائي فرقا ٿيا، جن مان گهڻا، قديم آهن ۽ گهڻا هاڻوڪا. هڪڙا ”اهل قرآن“ آهن، ته ٻيا ”اهل حديث“، جن کي ”وهابي“ به سڏين ٿا. هاڻي، احمدي يا قادياني به، هندستان ۾، ظاهر ٿيا آهن، جي مرزا غلام احمد قاديانيءَ جا، پيروي ڪندڙ آهن، ۽ انهيءَ کي، مهدي ڪيو ٿا مڃين. شيعن مان ڪي، بابي يا بهائي به آهن، جي، مرزا علي محمد باب يا عبدالبها جا پيروي ڪندڙ آهن. ٻيا به ڪي ننڍا فرقا آهن، جن جو ذڪر ڪرڻ، ضروري ناهي.
http://www.sindhiadabiboard.org/Catalogue/Articles/Book8/Book_page3.html#ا
سلام جا ٿيهتر فرقا

# [7]
# جسماني ورزش
# (ٻَوناڻن ۽ اسلامي مڪتبن لاءِ)

(1)

ورزش جو مطلب ۽ انهي جا فائدا

جسماني ورزش جي معنى آهي، ماڻهوءَ جي جدا جدا عضون يا پاڱن جي استعمال ۾ ڪم ۾ آڻڻ. ماڻهوءَ جي تندرستي، سندس جسم يا بدن جي پوري طرح ڪم ڪرڻ تي منحصر آهي ۽ تندرستي، هزار نعمت چئي اٿن. بدن جي ورزش جو مطلب آهي، بدن جي جدا جدا عضون يا پاڱن جي ورزش. جي بدن تندرست هوندو ته ماڻهوءَ جي دل ۽ دماغ ۽ اندر جا سڀ عضوا تندرست هوندا. يعني، جيڪو ماڻهو، بدن ۾ تندرست آهي، سو پوري عقل، فهم ۽ ذهن وارو ٿو ٿئي ۽ گهڻن بيمارين ۽ مرضن کان آزاد ٿو رهي، تنهنڪري جسماني ورزش، ماڻهوءَ جي لاءِ بالڪل ضروري آهي. آزمودي سان معلوم ٿئي ٿو ته جيڪو عضوو، گهڻو ڪم نٿو اچي، سو سڪيو، نستو ٿيو

پوي. اوهان، ڪي فقير ڏٺا هوندا، جي ٻانهون، مٿي ڪري جهلندا آهن ته اُهي، اُتي سڪي پونديون آهن. اهڙو حال، سڀ ڪنهن عضون جي ٿي سگهي ٿو. رڳو ساهه وارن جو اهو حال ناهي، پر ڪيترن بيجان شين جو به اهو ئي حال آهي. مثلن ڪنجي، ڪلف ۾ پيئي پوي ۾ پيئي ڦيرائجي، ته لسي ۾ چمڪندڙ رهي ٿي. جي، ڪي ڏينهن، ڪم نٿي اچي، ته ڪٽجيو، خراب ٿيو پوي. کوهه مان پاڻي نڪرندو ٿو رهي ۾ پيو، انهيءَ جي جاءِ تي، هيٺان ٿو اچي، ته پاڻي صاف ۽ مٺو ٿو رهي، پر جي، ڪي ڏينهن، پاڻي نٿو نڪري، ته خراب ۽ ڪنو ٿيو پوي. ورزش جي ڪري ماڻهن جو، خاص ڪري ٻارن جو جسم وڌي ٿو ۽ زور وٺي ٿو ۽ مضبوط ٿئي ٿو، بک چڱي لڳي ٿي، ماني هضم ڪرڻ جي طاقت پوري رهي ٿي، تڪليف آسانيءَ سان سهي سگهجي ٿي، جهڙندڙ مرض يا ڪا ٻي بيماري، جلد نٿي وٺي. ماڻهو، پاڻ به خوش ٿو رهي ۽ ٻين جي به خدمت چاڪري، پوريءَ طرح، ڪري سگهي ٿو. وڏي ڳالهه، ته ماڻهو تندرست هئڻ ڪري، خدا جي عبادت، پوريءَ طرح ۽ پوري وقت تي، ڪري سگهي ٿو. سڀني مذهبن ۾، تندرستيءَ جي بچائڻ ۽ قائم رکڻ جو تاڪيد ڪيل آهي. مسلمانن ۾ ته خود نماز به، هڪڙي وڏي ورزش آهي. ڏينهن رات

۾، پنج دفعا نماز پڙهڻي ٿي ٿئي، هر نماز ۾، ڪيتريون رڪعتون آهن، جن ۾ اُٿڻو ۽ وهڻو، جهڪڻو ۽ نوِڙڻو ٿو ٿئي. اها ته رڳي ظاهري بدني ورزش، مذهبي آهي، پر نماز ۾، باطني ۽ دماغي ورزش به آهي، ڇالاءِ جو مذهبي حڪمن موجب، ڏاڍو ڌيان ڏيڻو آهي ۽ ٻيا سڀ دنيائي خيال ڇڏي، هڪ خدا ڏي خيال ڪرڻو ٿو ٿئي. تنهن ڪان سواءِ، نماز جي لاءِ، ڏينهن ۾ پنج دفعا وضو ڪرڻو ٿو ٿئي، جنهنڪري ماڻهوءَ جا عضوا، صاف ۽ سٺا ٿا رهن. روزو به هڪ چڱي ورزش آهي، جنهنڪري ماڻهو، مشڪلات وقت، اڃ ۽ بک ڪيڻ تي، هريل ٿو رهي. مذهبي حڪمن موجب، رات جو جاڳڻ ۽ ڏينهن جو ڪم ڪار ۽ پورهيو ڪرڻ ۽ ڏينهن جو آرام وٺڻ ۽ رام جو سمهڻ ۽ مانيءَ ڪان پوءِ پسار ڪرڻ وغيره ضروري سمجهيل آهن. اهي حڪم، جهڙا مڙسن لاءِ، تهڙا زالن لاءِ آهن، تنهنڪري اسان کي ورزش تي پورو ڌيان ڏيڻ کپي.

## (2)

## ورزش جهڙا ڪم

قديم وقت ڪان، ٻاهرين ولايتن ۾، ۽ ٿورن ورهين ڪان هندوستان ۾ به، بدن جي ورزش لاءِ، اسڪولن ۽ مڪتبن ۾ توڙي جنگي ڪاتن ۽ ٻين هنڌن تي، ضروري

تعليم ڏيڻ ۾ اچي ٿي ۽ انهيءَ لاءِ، ڪيترائي ڪتاب لکيا اٿن، ۽ هزارين ورزش جا اوزار ٺاهيا اٿن، جنهنڪري ننڍڙن ٻارن کان وٺي، وڏيءَ عمر وارن تائين، ورزش جا عجيب غريب ڪم، سيکارڻ ۾ اچن ٿا. مثلا پلٽڻ جي سپاهين وانگي، حڪم پٺيان گڏ اٿڻ، گڏ ويهڻ، گڏ قدم کڻڻ، گڏ ڦرڻ، گڏ ڊوڙڻ ۽ ٻيا ڪي حيرت جهڙا ڪم ڪرڻ ۽ بازيون هڻڻ ۽ بهادري ۽ چالاڪي ڏيکارڻ، اسڪولن ۾، اهي سڀ ڪم ٿين ٿا، مڪتبن ۾ به ائين ڪري سگهجي ٿو، مگر اسان جو مطلب آهي ته ملن ۽ سندن شاگردن کي، انهيءَ ورزش جي عادت پوي، جنهن لاءِ، ڪن اوزارن جو ضرور ڪونهي، جيئن ته صبح جو يا شام جو، فرصت وقت هوا کائڻ لاءِ مناسب پنڌ ڪرڻ، يا ٻي جسماني ورزش ڪرڻ، جنهن جو ذڪر هيٺ ڪبو، يا پنهنجي گهر جو ڪم پاڻ ڪرڻ، کوهه مان پاڻي ڀرڻ، بازارن مان پنهنجي شيءِ پاڻ وٺي اچڻ، پاڻ اُٺي پاڻي پيڻ يا ٻئي کي پيارڻ ۽ جيڪو ڌنڌو يا هنر ايندو هجي، سو ڪرڻ. اهي سڀ، چڱيون خاصيتون ورزشون آهن. خاص زالن ۽ ڇوڪرين جي لاءِ، گهر جو ڪم هاج ڪرڻ، جاءِ کي ٻهاري ڏيڻ، جنڊ تي انُ پيهڻ، سبڻ جي ڪل هلائڻ، چرخو ڪتڻ ۽ ٻيا اهڙا خانگي ڪم ڪرڻ، به، چڱي ورزش آهي. ننڍن ٻارن

جي لاءِ، ڊوڙڻ ڊڪڻ، ڏاڪڻ تان چڙهڻ لهڻ، شرط ۾ پچڻ، هڪ ٽنگ تي هلڻ، ۽ ڪينهو، تيزي ۽ ګلي ڏڪر راندڪرڻ ۽ چوڪرين لاءِ، چيڪلي پائڻ يا لڪ لڪوٽي يا اهڙيون ڪي رانديون ڪرڻ، جن ۾ هنن ڪي ڊوڙڻو، نچڻو ۽ ٽپڻو پوي. وڏا چوڪر، ملهه ۽ ڪشتي ۽ چنبو ڏيڻ ۽ ٻارين جي راند ۽ ٻلهاڙو يا اهڙيون ٻيون مردانيون رانديون، ڪري ٿا سگهن.

هاڻوڪي زماني ۾ ته ڪيتريون ئي نيون انگريزي رانديون، ڪرڻ ۾ ٿيون اچن، جيئن ته، ڪرڪيٽ ۽ فوٽ بال وغيره. اهي به چڱيون، ورزش جهڙيون، رانديون آهن. وڏن جي لاءِ گهوڙي جي سواري ۽ پاڻي ۾ ترڻ به، چڱي ورزش آهي، مگر اهي، خوفناڪ ورزشون آهن ۽ سيڪاريندڙ جي پوري سنڀال جو، ان ۾ گهڻو ضرور آهي. بلڪ، رواجي راندين ۾ به، ضروري آهي، ته ٻارن سان گڏ، استاد به، حاضر هجي ته جيئن هو، پاڻ ۾ راند ڪندي، تڪرار يا جهيڙو نه ڪن يا هڪٻئي کي گاريون نه ڏين، يا بي خبريءَ کان، هڪٻئي کي ڌڪ نه ڏين.

غريب ماڻهن جا ڪم ۽ ڌنڌا ته اڪثر، ورزش جهڙا آهن، جيئن ته واڍن ۽ رازن ۽ لوهارن ۽ تغارين کڻڻ وارن مزدورن ۽ ڪاٺين ۽ گاهه ڪرڻ وارن ۽ پاڻي پرڻ وارن ۽ ٻين پورهيتن جا ڪم. اهي سڀ ماڻهو،

محنت ۽ پورهيو ڪري، پنهنجو پيٽ، پنهنجي پگهر جي پورهئي مان ٿا پارين ۽ حلال ڪري ٿا کائين. اهي ئي ماڻهو آهن، جي اڪثر، چڱي ورزش ڪرڻ ۽ سادي ماني کائڻ ۽ چڱي آرام ڪرڻ ڪري، تندرست ۽ خوش ٿا گذارين. جيڪي ماڻهو، اهڙي قسم جي مشغولي يا ورزش نٿا ڪن، سي اڪثر سست ۽ بيمار ٿا گذارين ۽ حياتيءَ جو سک، پوريءَ طرح، نٿا ماڻين.

(3)

رواجي ڪمن ۾ بدن جي ورزش

ماڻهو، ڄاڻندا آهن ته حياتيءَ جا روزمره وارا رواجي خسيس ڪم، سيکو ٿو ڄاڻي، جيئن ته ويهڻ، اٿڻ، سمهڻ، کائڻ، پيئڻ، وهنجڻ وغيره، پر حڪمت جو ويهڻ اٿڻ وغيره ٻيو آهي، سڀ ڪنهن کي نٿو اچي. حڪمت وارا رواجي ڪم به، فائدي وارا آهن، نه ته انهن مان ڪو به فائدو ڪو نه ٿو نڪري. اهي رواجي ڪم، اهڙي طرح ڪرڻ گهرجن، جو انهن مان، انسان جي جسم جي اندرين توڙي ٻاهرين عضون جي ورزش ٿئي ۽ اُهي زور ونڻ ۽ تندرست رهن. مثلا پهرين اسان کي سکڻ گهرجي ته ڪيئن ٻيهجي. ٻيهڻ جو حڪمتي رستو هيءُ آهي ته ڪنهن پٽ سان پٺ لڳي ٻيهجي. پهرين ڪڙيون، پٽ سان

لائي، پوءِ جيترو ٿي سگهي اوترو پٺا سنوان ڪري، ڪياڙي پٽ سان لائجي. انهيءَ رستي ويهڻ ڪري چاتي ڪشادي ٿي رهي ۽ ساهه چڱي طرح کڻي ٿو سگهجي.

بيهڻ کان پوءِ هلڻ آهي. اهو ڪم به ڪوشش ڪري انهي صورت ۾ ڪڙو تڙو ڪجي، فقط پير چورجن ۽ چاتي مٿي ۽ اڳي ڪجي. تنهن کان پوءِ ويهڻ وٺو. اسڪول ۾ به پار وهن ٿا ۽ منشي به گادين تي وهن ٿا ۽ ڪلارڪ ميزن تي ويهن ٿا ۽ عام ماڻهو به وهي ماني کائن ٿا، پر ڌيان ڪري ڏسبو ته انهن مان ڪو به حڪمتي طرح نٿو ويهي. پورو ويهڻ آهي ڪڙو تڙو ٿي ويهڻ، نه جهڪي ويهڻ، جنهنڪري پٺ جو ڪنڊو سنئون رهي ۽ چاتي سوڙهي نه ٿئي، نه ته ماڻهو، عرصي پئي، گڪو ٿي پوندو ۽ ڦڦڙن کي پوري هوا نه ملڻ ڪري، نقصان پهچندو. وري آرام وٺڻ يا سمهڻ تي اچو. جڏهن ڪو ماڻهو پڙهي لکي يا ٻيو ڪو ڪم ڪري ٿڪجي، تڏهن آرام ۽ ساهي وٺڻ لاءِ گهرجيس ته اُهي بيهي، ۽ پٻن تي بيهي، ٻانهون ڪشاديون ڪري، جيئن وڌو آرس پچبو آهي ۽ پوءِ گهڻا پيرا ويهي ۽ اٿي، انهيءَ ڪري دل مان ۽ مغز مان، رت جو دؤرو، بت جي جدا جدا نسن ۽ عضون تائين ٿو وڃي. ڏينهن جي ٿڪ پچڻ لاءِ ٻيو،

ساهي  آرام جو رستو آهي، ٻه پهرن جي ماني کائڻ کان پوءِ، ٿوري تائين ليٽڻ ۽ پنڪي ڪرڻ، ۽ سمهڻ جي لاءِ ٻه اهڙي اٽڪل سکجي، جو ليٽڻ سان ننڊ ڪٽي وڃي، نه ته آرام جو وقت جاڳڻ ۾ اجايو ويندو. انهيءَ لاءِ بهتر آهي ته اڪيون پوري، اونهو ساهه ڪڍجي ۽ ٻيو ڪنهين به قسم جو خيال نه ڪجي. اهڙي عبادت ڪرڻ سان نيٺ، ٻن چئن منٽن جي اندر، ننڊ اچي ويندي. ساهن ڪڍڻ جي ٻه هڪڙي حڪمتي اٽڪل آهي ۽ جي اُها آئي، ته جاڳندي توڙي ستي، ماڻهو، انهيءَ طرح ٻيو ساهه ڪڍندو. ساهه هميشه اونهو ڪڍڻ گهرجي، جنهنڪري گهڻي هوا اندر وڃي ۽ ڦڦڙ پورا ڀرجن، ۽ چاتي ڪشادي ٿئي.  ساهه ٻه هميشه نڪ مان ڪڍڻ گهرجي، ۽ نه وات مان، جيئن ڪتا ڪندا آهن، يا نڪ  مان ڪڍجي ۽ وات مان ڪڍجي. ڪڙي تڙي ٻيهڻ يا ويهڻ يا سنئين سمهڻ سان ماڻهو، پوريءَ طرح ساهه ڪٽي سگهي ٿو. ڪشادي ڪپڙن ۾ پوريءَ طرح ساهه ڪٽي ٿو سگهجي ۽ تنگ ڪپڙن ڍڪڻ ڪري، اندرين ۽ ٻاهرين عضون کي نقصان ٿو رسي. هر وقت، اونهي ساهه ڪڍڻ لاءِ، پهرين بهتر ائين آهي ته صبح جو هنڌ مان اٿڻ وقت يا سومهڻي جو وڃي سمهڻ وقت، جيترا پيرا ٿي سگهي اوترا پيرا، نڪ مان اونهو ساهه ڪڍو ۽ وات مان ساهه ڪڍو. اها آهي

ڦڦڙن جي ورزش. جدا جدا عضون جي ورزش سان به ماڻهوءَ کي ضرور، اونهو ساهه کڻڻو ٿو ٿئي ۽ انهيءَ طرح به، ٻاهرين ۽ اندرين وزش، گڏ ٿيندي رهي ٿي، ليڪن ٻوڙڻ ٻڪڻ، ٽپن ڏيڻ ڪري ماڻهو، تڪڙو ساهه ٿو کڻي ۽ لاچار، وات مان کڻڻو ٿو ٿئي ۽ اونهو به، کڻي نٿو سگهجي، تنهنڪري خاص ورزش جي لاءِ، جدا جدا عضون ڪم آڻڻ ڪري، پوريءَ طرح اونهو ساهه کڻي ٿو سگهجي، جنهن مان گهڻو فائدو ٿو رسي.

(4)

بدن جي جدا جدا عضون جي ورزش

ورزش ڪرڻ مهل، بت تي، هلڪو ڪپڙو هئڻ گهرجي ته جيئن عضوا، آسانيءَ سان چوري سگهجن ۽ کليل هوا ۾ ورزش ڪجي، يا جي ڪنهن جاءِ ۾ ڪجي ته در ۽ دريون کولي ڇڏجن، جيڪا ورزش، هيڪڙي پاسي جي عضون سان ڪجي، اهڙي ٻئي پاسي جي عضون سان به ڪرڻ گهرجي. صبح جو وقت، ورزش جي لاءِ چڱو آهي ۽ ٻه پهرن جو به، پر ماني کائڻ کان اڳي. نسن جي ورزش لاءِ، شام جو وقت يا رات جو بهتر آهي. ورزش کان پوءِ، گرم پاڻيءَ ۽ خشڪ ڪپڙي سان، بت کي اگهڻ گهرجي. وهنجڻ مهل، لوڻ جي مٺ، پاڻيءَ ۾ وجهي، پوءِ

وهنجو، ۾ نظر ڪريو ته سردي نه لڳيو. ڪاڏي پيتي جي تمام چڱي سنڀال ڪريو. پوءِ اوهان کي ورزش مان فائدو پهچندو.
ايتريءَ فهمائش کان پوءِ، هر هڪ ضروري عضوي جي ورزش جو، اسين مختصر بيان ڏينداسين.
(1) مٿو ۽ ڳچي: ويٺي يا بيٺي ڪنڌ جهڪايو، ڪيئن ڪاڏي، ڇاتيءَ سان لڳي. پنج سيڪنڊ اتي جهلي، وري سڄي ڪلهي ڏي ڪنڌ لاڙيو. پنج سيڪنڊ اتي جهلي، وري کٻي پاسي لاڙيو. وري به سڄي پاسي لاڙيو، جيئن ڪاڏي، ڪلهي کي لڳي، وري کٻي پاسي به ائين ڪريو. وري مٿو چوڌاري ڦيرايو. انهيءَ طرح هر هڪ ڪم، جيترا پيرا ٿي سگهي، اوترا پيرا ڪجي.
(2) ڪلها ۽ ٻانهون: پهرين ٻانهون هيٺ لڙڪائي گهٽا پيرا ڪلها، سڄي ۽ کٻي موڙيو. پوءِ انهن سان گڏ ٻئي ٻانهون به، ڪلهن سان گڏ، انهيءَ پاسي موڙيو. پوءِ فقط ڪلها، گهٽا هيٺ مٿي ڪريو. پوءِ ٻانهون گڏي مٿي ڪريو، وري هيٺ ڪريو، وري سنيون ڪري جهليو، وري هڪڙي ڏار، گهيري ۾ ڦيرايو، وري ٻئي گڏ اڳيان سنيون ڪري جهليو، وري پٺيان جهليو ۽ پينگهه وانگي لوڏيو. هر هڪ ڪم، جيترا پيرا ڪري سگهو، اوترا پيرا ڪريو.

وري ٻانهن جي جدا جدا پاڳن لاءِ ورزش ڪريو. هٿن کي پوري، مٺيون پڙيو ۽ وري آڱريون ٻگهيريو. ٻانهون هيٺ لاهي به ائين ڪريو ۽ سنيون ڪري به ائين ڪريو. وري ٻانهو سنيون ڪري، ٺوٺين کان هٿ ڪلهي تائين آڻيو ۽ وري سنيون ڪريو. وري ٻانهون سنيون ڪري، فقط هٿ ڪاراين وٽ ڦيرايو. انهيءَ طرح هر هڪ ڪم، گهڻا پيرا ڪريو.

(3) چيلهه ۽ ٽنگون: انهن ۾ ڪمر، رانون، گوڏا، ٻڪيون، مرا ۽ پير اچي وڃن ٿا. گهڻا پيرا ويهي اٿڻ، بيهي، چيلهه کان جهڪڻ ۽ هٿ، پيرن تائين نيڻ ۽ وري سنئون ٿيڻ، هڪڙيءَ ٽنگ تي بيهي، ٻي ٽنگ، واري سان مٿي ڏنگي ڪري جهلڻ، جهڪي، گوڏن پر ويهڻ ۽ وري اٿڻ، فقط مرن وٽ پير، هيڏي هوڏي موڙڻ، ڪنهن ڪرسيءَ يا ٻيءَ شئي تي هٿ رکي، پير پري ڪري جهڪڻ يا ليٽڻ ۽ هيٺ مٿي ٿيڻ، پيرن پر بيهي، فقط مٺيون ذڙ ڦيرائڻ، واري سان هر هڪ ٽنگ ڦيرائڻ، ٽنگون ڦاڙي، مٿيان ڪي ڪم ڪرڻ.

(4) سڀ عضوا گڏ: مٿيان ڪم، گهڻا گڏي، ساڳئي وقت به ڪري سگهجن ٿا. هلڻ، ڊوڙڻ، ٽپڻ ۽ بازين هڻڻ ۽ گهڻو، ڪري بت جي سڀني عضون جي ورزش ٿي ٿئي. انهيءَ جو ذڪر ٻئي بابت ۾ ايندو.

(5)

## هلڻ، ڊوڙڻ، ٽپڻ، ۽ ليٽڻ ۾ ورزش

هي، انهيءَ قسم جون ورزشون آهن، جن ۾ سارو بت ڪم ٿو اچي ۽ ان جا جدا جدا عضوا، ورزش حاصل ڪن ٿا. انهيءَ قسم جي ورزش، هلڻ جهڙي، ٻي ڪا ٿوري هوندي. اها ورزش، گهر جي اندر، يعني ايوان ۾ يا ڪنهن ڪشاديءَ جاءِ ۾ به وٺي ٿي سگهجي. ٻه حدون مقرر ڪري، انهن جي وچ ۾ ٺهرايل وقت تائين، يعني اڌ ڪلاڪ تائين اچجي وڃجي، پر گهر کان ٻاهر، کليءَ هوا ۾ پسار ڪرڻ بهتر آهي ۽ پسار ڪرڻ کان، سڙڪ سان يا ٻهراڙيءَ ۾ پنڌ ڪرڻ يا هوا کائڻ لاءِ وڃڻ بهتر آهي. اها نظر رکجي ته ڪڏهن تکو هلجي، ۽ ڪڏهن ڍرو ۽ ڪڏهن ته فقط پٻن تي هلجي ۽ ڪڏهن به.گهر ۾ هلڻ جي ورزش مان هڪ هنڌ بيهي واري سان ٽنگ مٿي ڪرڻ ۽ کوڙڻ، جيئن هلڻ ۾ ڪبو آهي، تيئن به ڪري ٿو سگهجي ۽ واري سان، قدم قدم تي، هڪڙي ٽنگ جو گوڏو، مٿي ڪري هلڻ به، چڱي ورزش آهي ۽ ٻن تي به، ڳچ تائين هلي ٿو سگهجي. ڊوڙي ٽپ ڏيڻ يا ٻڌا ٽپ ڏيڻ، يعني ٻئي پير گڏي ٽپ ڏيڻ به، چڱي ورزش آهي. رسو، ٻنهي هٿن ۾ جهلي، اُهو اڳيان يا پٺيان ڦيرائي انهيءَ تان ٽپ ڏيندو رهڻ، به چڱي ورزش آهي،

اگرچه، انگريزن ۾ اها خاص چوڪرين جي راند ۽ ورزش آهي. بانبڙو ٿي هلڻ ۽ اُپ ڪڙيو هلڻ ۽ گوڏا جهڪائي هلڻ به چڱي ورزش آهي.

هلڻ ۽ ٽپڻ جي ورزش، لٺ سان به ڪري ٿي سگهجي. لٺ، زمين تي کوڙي، پري ٽپ ڏئي سگهجي ٿو. لٺ ڪنڌ تي رکي، انهيءَ ۾ ٻانهون وجهي، ويهي اٿي ۽ هلي بلڪ ڊوڙي به سگهجي ٿو. لٺ مٿي تي رکي، ٻانهون ڊگهيون ڪري، مٿي جهلي به، ائين ڪري ٿو سگهجي. لٺ، ٻنهي هٿن سان جهلي، هيڏي هوڏي الهاڙي ۽ زمين تي هڻجي يا مٿان ڦيرائجي يا بندوق وانگي جهلي يا پاسي ۾ بيهاري، وري ڪٽي مٿي ڪجي. اوڪڙو ويهي، لٺ زمين تي کوڙي، انهيءَ کي جهلي، زور سان اٿجي ۽ گهٽا پيرا ائين ڪجي. اٿي، ٻانهون مٿي ڪري، تاڻي، لٺ جهلي، زمين تائين هيٺ آڻجي ۽ وري مٿي نجي.

زمين تي ويهي يا ليٽي ورزش ڪرڻ جو رستو به، گهرن اندر، چڱي ورزش آهي. زمين تي ويهي، ٽنگون ڊگهيون ڪجن ۽ ٻانهون پٺيان ڪري، زمين تي تريون کوڙي بيهارجن. پٺن ۾ ليٽي وري اٿڻ، وري ليٽڻ ۽ وري اٿڻ، پٺن پر ليٽي، ٻئي ٽنگون گڏي يا واري سان گوڏن تائين سوڙهيون ڪرڻ، يا هڪڙي ٽنگ سنئين ڪري، ٻي مٿي اپي ڪرڻ، پٺن

پر ٻئي ٽنگون ڦاڙڻ ۽ ٻانهون ٻه پڪيڙڻ، پاسي پر ليٽي، ٻانهن، ٺونٺ تائين ٻيٽي ڪري، انهيءَ تي مٿو رکي ويهڻ، پاسا اٿلائي، واري سان ائين، ڪرڻ، پاسيرو، هڪڙي ٻانهن جي تري ڪوڙي، انهيءَ جي زور تي، ٻت ڪٽي مٿپرو ڪرڻ، اونڌو ٿي، پٺيان ٽنگون گوڏن تائين مٿي ڪرڻ، تريون ۽ پير، زمين تي ڪوڙي، چيلهه مٿي ڪري، ٻيهڻ، سنئون ٿي، تريون ۽ پير ڪوڙي، چيلهه مٿي وانگي گوڏن پر يا گوڏا مٿي ڪري، پيرن ۽ هٿن تي هلڻ. اهي سڀ عمدا ورزش جا ڪم آهن، جي سڀ ڪو ڪري ٿو سگهي.

## (6)

## مالش ڪرڻ ۽ زورن ڏيڻ جي ورزش

ٻت کي مالش ڪرڻ ۽ زور ڏيڻ ۽ ڏيارڻ ٻه، هڪڙي تمام چڱي ورزش آهي ۽ انهيءَ ڪري ماڻهوءَ جو ٿڪ لهي وڃي ٿو. مالش ڪرڻ ۽ زورن ڏيڻ جو هڪڙو هنر آهي، جو ڏاڍو ڪمائتو ٿو ٿئي. امير ماڻهو، انهيءَ ڪم لاءِ خلاصو ماڻهو رکندا آهن، جنهن کي ٿاپرو چوندا آهن. زور ڏيڻ، جهڙو پنهنجي لاءِ ورزش آهي تهڙو انهيءَ مان ٻئي کي آرام ٿو اچي. ٻارن کي گهرجي ته پنهنجي ماءُ پيءُ کي ۽ ٻين وڏن مائٽن کي زور ڏين ته جيئن هو ٻه خوش ٿي کين دعا

ڪن ۽ پاڻ به انهيءَ ورزش جي ڪري چڱا ڀلا رهن. اهو ڪم، هو خاص رات جو سمهڻ مهل ڪري سگهن ٿا. ماڻهو، پاڻ کي پاڻ به زور ڏيئي سگهي ٿو، يعني پنهنجي بت جي علحدن پاڱن يا عضون کي، هڪڙي يا ٻنهي هٿن سان مالش ڪري سگهي ٿو. اهڙي مالش، اگهاڙي بدن يا عضوي کي بهتر ڪري ٿي سگهي ۽ اڪثر، پاڻي يا واسِلين دوا يا اهڙي ٻي سڻڀي شيءِ يا تيل سان. تنهنڪري پاڻ کي پاڻهئي مالش ڪرڻ جو وقت، تڏهن چڱو آهي، جڏهن ماڻهو وهنجي ٿو. وهنجڻ کان اڳ پرو يا وهنجندي، صابڻ سان، يا فقط پاڻيءَ سان مٿي کي ۽ ٻانهن کي ٽنگن يا رانن کي ۽ پٺن کي ۽ اُرهه کي، زور سان ملي ۽ مالش ڪري، جنهنڪري بت جي سپ مٿي، نڪري وڃي ٿي ۽ پوءِ وهنجي، خشڪ ۽ کهري ٽوال سان، زور سان اگهي، ۽ اها وري ٻئي پيري جي مالش آهي. انهيءَ طرح کان سواءِ وهنجڻ، يعني رڳو پاڻي مٿان وهائي سنان ڪرڻ، ڪنهن ڪم جو ناهي. جن ملڪن ۾ وهنجڻ لاءِ عام حمام آهن، اتي وهنجارڻ ۽ مالش ڪرڻ لاءِ ماڻهو، مقرر آهن ۽ جڏهن ماڻهو مالش ڪرائي، حمام مان وهنجي، نڪري ٿو تڏهن پنهنجو بت اهڙو هلڪو ۽ پاڻکي اهڙو خوش ٿو سمجهي، جو ڳالهه ڪرڻ کان ٻاهر آهي! ٿورن ورهن کان يورپ

۽ آمريڪا ۾ گهڻن بيمارين جو علاج فقط مالش سان ڪندا آهن. بلڪ جن ماڻهن جا سنڌَ سُڪي پوندا آهن ۽ عضوا، بي حواس ٿي ويندا آهن، سي مالش سان چڱا ڀلا ٿيندا آهن ۽ اهو مالش جو هنر، چڱي پيدائش وارو آهي. تعليم ڏنل، ماڻهو طبيب يا ڊاڪٽر کان گهٽ ناهي. مالش ڪرڻ جا ڪي خاص قانون آهن، جيئن ته سڀ ڪا، مالش دل جي طرف ڏانهن ڪرڻ گهرجي يعني آڱرين کان ڪلهي ڏانهن پيرن کان پنڊڙن يا چيلهه ڏانهن، پٺن کي، پٺئين ڪنڊي کان پاسرين ڏانهن. تمام ضعيف ماڻهن جي حالت ۾ انهن جي برعڪس، دل جي پاسي کان، عضون جي چيڙن ڏانهن مالش ڪندا آهن. مالش، تري کي گسائڻ سان ڏڪن هڻڻ سان يا نسن کي هٿ سان پڪڙڻ ۽ زور ڏيڻ ۽ ڳوهڻ سان يا فقط آڱرين جي چوٽين سان ڪبي آهي. سئيسن، کي اوهان ڏٺو هوندو ته گهوڙن کي ڪيئن مالش ڪن ٿا؟ پيٽ کي مالش ڪرڻ سان، آنڊن کي آرام ايندو آهي، پيٽ جو سور دفع ٿيندو آهي، هاضمي جي طاقت وڌندي آهي. نڙيءَ کي مالش ڪرڻ سان، نڙيءَ جو سور يا زڪام يا ڪليون، بهي وينديون آهن. وهنجڻ ۾، مالش جي لاءِ گرم پاڻي بهتر آهي، خصوصا عضون مڙڻ يا ضربن رسڻ يا ڌڪ لڳڻ جي حالت ۾. ولايت ۾ پاڻيءَ جي مالش يا وهنجڻ

جا علحدا رستا آهن ۽ انهن جا علحدا نالا - جيئن ته ترڪي رستو يا روسي رستو وغيره. جدا جدا بيمارين لاءِ جدا جدا طرز ۽ رستا مقرر آهن.

(7)

اوزارن سان ورزش

مٿي، اوزارن کان سواءِ ورزش ڪرڻ جا رستا ٻڌايا ويا آهن. هاڻي اسين، ڪن اوزارن سان ورزش ڪرڻ جو ذڪر ڪنداسين. مٿي، لٺ سان ورزش ڪرڻ جو ٿورو ذڪر آيو آهي. ٻيا عام اوزار، ورزش ڪرڻ جا آهن، مگدر يا ڏنڊ ۽ لوهه جا ڊمبيل. يورپ ۾، توڙي هندستان ۾، اُهي عام آهن ۽ اسڪولن سان لاڳو جمنيشم يا راند جي جاين ۾ به، انهن جي ڪم آڻڻ جي تعليم ڏيڻ ۾ ايندي آهي. مگدر يا ڊمبيل، جوڙو جوڙو ڪري ڪم آڻيندا آهن ۽ ٻنهي هٿن ۾ ڪٽندا آهن. انهن جي ورزش، سواءِ استاد جي، مشڪل آهي. هتي رڳو انهن جو مختصر اشارو ڏنو ٿو وڃي. ٻنهي هٿن ۾ مگدر جهلي، لڙڪائي، سڄو ڪٻي ڏي ۽ ڪٻو سڄي ڏي نجي، چوڌاري ڦيرائجي، ٻانهون مٿي ڪري، ڳنن کان وٺي، اُپا ڪري، مٿي جهلجن، ٻئي ٻانهون گڏ جهلي، ٻنهي هٿن جا مگدر گڏ، ٻنهي پاسي نجن يا مٿي ڪجن يا چوڌاري ڦيرائجن، يا هڪڙو هيٺ لڙڪائجي ته ٻيو مٿي نجي، ٻئي ٻانهون ڊگهيون ڪري، مگدر به

سڏا سنوان جهلي بيهجن، سڄي هٿ وارو مگدر ڪبي ڪلهي تي سنئون ڪري جهلجهي ۽ ڪبي هٿ وارو سڄي ڪلهي تي، سڄو، اڳيان هيٺ، پاسيرو ڪري جهلجي ۽ ڪبو، پٺيان، چيلهه ڏاري، اُپو ڪري بيهارجي ۽ واري سان، ٻئي، ائين ڪجن، ڪڏهن ٻئي پٺيان، اُپا ڪري جهلجن، ڪڏهن هڪڙي ٻانهن، ٻيءَ جي هيٺان لنگهائي، بغل وٺان، مگدر، مٿي ڪري جهلجي. ڪڏهن مگدر، چوڌاري ڦيرائجي، ڪڏهن ٻئي مگدر، پٺيان جهلجن يا جهڪي، پاسيرا جهلجن. جڏهن پيرن تي ويهي، ٻانهون ٻگهيون ڪري، مگدر جا چيڙا، ڪلهن تي رکجن.

اهي مگدر يا ڊمبيل، تمام ڳرا ٿيندا آهن، پر عمر ۽ قد آهر ماڻهو، مناسب وزن جا ڪم آڻي ٿا سگهن. چوڪرن توڙي چوڪرين لاءِ، اها چڱي ورزش آهي. ڪڏهن ٿلها ڪاٺ جا ڏنڊا به، انهن جي عيوض ڪم آڻي ٿا سگهجن، مگر ٻئي هڪجهڙا ۽ هڪ جيڏا ۽ هموزن هئڻ گهرجن.

ٻيا اوزار، ورزش جا، لٺيون يا ڪاٺ جون تراريون ٿينديون آهن، جن سان ٻه ماڻهو هڪٻئي سان راند ڪندا آهن يا ڪوڙ ڪري، وڙهندا آهن ۽ ٻنهي جي ڪوشش، اها هوندي آهي ته پاڻ، ٻئي کي ڌڪ هڻي ۽ ٻئي جو ڌڪ پاڻ تان ٽاري. انهيءَ کي پلٽو ۽ پلٽي

بازي چوندا آهن. اهو به وڏو هنر آهي ۽ تعليم کان سواءِ، سکڻ مشڪل آهي. اصل، اهو پهلوانن ۽ جنگي بهادرن جو ڌنڌو يا هنر هو.

ٻيو اوزار، ورزش جو ٻچري آهي، يعني ڳرو ڪاٺ جو ٽڪر يا پهڻ، جنهن ۾ هٿ وجهڻ جي جاءِ آهي. انهيءَ کي جهلي، ٽنگن جي وچ مان لوڏي، هڪڙي هٿ سان، گهڻو ڪري سڄي هٿ سان، پهرين ڪٽي، ڪلهي تي جهليندا آهن ۽ پوءِ ڪٽي، ٻانهن سنئين ڪري جهليندا آهن. ڪي ڪي ماڻهو، هن کان به گهڻو بار، ائين ڪٽي ويندا آهن، پر ورزش جي لاءِ عمر جي نظر تي، هلڪيون يا ڳريون ٻچريون ڪم آڻي ٿيون سگهجن.

سنڌ ۾ ڪي ماڻهو، ننڍن ٻارن، بلڪ وڏن کي، گوڏا اُڀا ڪري، ٻانهون مضبوط ٻڌائي، وهاريندا آهن، پوءِ هنن جي ٻانهن ۾ هٿ وجهي، ٻچريءَ وانگي هنن کي مٿي ڪٽي، ٻانهن تي سنئون جهليندا آهن.

(8)

## راندين ۽ بازين جي ورزش

ٻارن جون، توڙي وڏن جون، ڪي رانديون ۽ بازيون به، ورزش جي لاءِ تمام چڱا اُپاءُ آهن. انگريزي رانديون، ڪرڪيٽ ۽ فوٽ بال وغيره ته هاڻي عام

آهن ۽ انهن جا ڪتاب آهن، جن ۾ انهن جا قانون ڏنل آهن. هتي، اسان ڪي ٻيونساديون ۽ عام رانديون ڏيٽيون آهن، جن مان پڻ، عمدي ورزش حاصل ٿئي ٿي. پهرين ملهه، آهي جا سنڌ ۾ عام آهي. ٻه ڄڻا وڙهندا آهن ۽ هڪٻئي کي ٻاڪر وجهي، زور لائي، مٿي کڻي يا ڄانئا هڻي، هيٺ ڪيرائيندا آهن. ڪشتي به، اهڙي ئي راند آهي، جنهن ۾ هڪڙو، ٻئي کي، زور سان جهلي، زمين تي پٺا ڪوڙائيندو آهي. اهي ٻئي، پهلوانن جون رانديون آهن ۽ هڪڙو هنر شمار ڪيل آهي.

چنبي ڏيڻ جي چڱي ورزش ۽ زور جي آزمائش آهي. هڪڙو، سڄي هٿ سان، ٻئي جو سڄو هٿ جهليندو آهي ۽ اهو، پهرئين جي ڪارائيءَ تي زور ڏئي، پنهنجو هٿ، هن جي هٿ مان ڇڏائيندو آهي. يا هڪڙو ماڻهو، ڪا ننڍي شيءِ، مٺ ۾ جهليندو آهي ۽ ٻيو، زور سان، هن جي مٺ کولي، اُها شيءِ ڪڍندو آهي،

ٻي، زور جي آزمائش جي راند جهونٽي آهي. ٻه ماڻهو، آمهون سامهون ٿي وهندا آهن ۽ پنهنجن پيرن سان، وچ ۾، هڪڙي لسي ۽ مضبوط ڪاٺي جهليندا آهن ۽ هڪڙو، پنهنجو ساڄو هٿ انهيءَ ڪاٺيءَ ۾ وجهي، ان کي مضبوط جهليندو آهي ۽ ٻيو پنهنجو

هٿ، هن جي ڪارائيءَ ۾ زور سان چڪي، هن جو هٿ، ڪانيءَ مان، ڪڍندو آهي.
تيزيءَ جي راند، هڪڙي ٿنگ تي، ڪرڻ ۾ ايندي آهي. اُها به چڱي ورزش، آهي، جو سڄي بت سان، ٿيڇو ٿو پوي. ٻارين راند به، چڱي آهي، جو انهيءَ ۾ ڊوڙڻو ٿو پوي ۽ هڪڙو ڊوڙي، ليڪ کان نڪرڻ گهرندو آهي ۽ ٻيو، انهيءَ کي ڊوڙي، روڪيندو آهي.
کينهونءَ راند به چڱي آهي، جو انهيءَ ۾ به، ٻانهن کي، کينهون اڇلائڻو ٿو ٿئي ۽ ٿنگن سان، ڊوڙڻو ٿو ٿئي. لڪ لڪوٽي به، چڱي راند آهي، جو هڪڙو وڃي، ڪٿي لڪندو آهي ۽ ٻيا، انهيءَ کي ڳولي لهندا آهن ۽ انهيءَ جي پٺيان پئي، ڊوڙي، انهيءَ کي وٺندا آهن.
انهيءَ طرح، ڪيتريون ئي ٻيون ديسي رانديون آهن، جي خاص ٻهراڙيءَ ۾، ننڍا توڙي وڏا، ٿڌي وقت ۾ رهي سگهن ٿا.
بازيون به، ورزش جي لاءِ چڱيون آهن، مگر انهن جي لاءِ، استاد جي تعليم جو ضرور آهي ۽ انهن جي ڪرڻ ۾، وڏو هنر ٿو گهرجي ۽ ڪن ۾، ڏاڍي سنڀال ٿي گهرجي، ته متان، ڪنهن کي، ڪا ضرب رسي يا ڏَڪُ اچي. بازيگرن جون بازيون به، انهيءَ قسم جون آهن، مگر اسين، انگريزي جمنيشيم وارين

راندين جو اشارو ٿا ڏيون، جي اڪثر، سرڪاري ۽ خانگي اسڪولن ۾ سيکاريندا آهن. جيئن ته ٻن ڪاٺين تي هڪڙي ڪاٺي قابو رکي، انهيءَ ۾ هٿ وجهي، ڪي ڪثرتون ڪندا آهن. ٻه آمهون سامهون ڪاٺيون، ٻن ڪاٺين تي بيهاري، انهيءَ تي ڪثرتون ڪندا آهن. ڪاٺ جو گهوڙو ٺاهي، انهيءَ تي ڪثرتون ڪندا آهن. زمين تي تريون کوڙي، اونڌا بيهي، هيٺ مٿي ٿيڻ ۽ اٿلڻ پٿلڻ سان، ڪثرتون ڪندا آهن. هڪڙي مضبوط رسيءَ کي، ٻنهي چيڙن کان، هڪ کان وڏيڪ ماڻهو جهلي، پنهنجي پنهنجي پاسي ڇڪيندا آهن، ۽ ڪوشش اها ڪندا آهن ته هڪڙا، ٻين کي، زور سان گهلي، پنهنجي پاسي نين. اهي سڀ زور آزمائڻ ۽ ٻت جي سيني عضون جي ورزش لاءِ، چڱيون رانديون ۽ بازيون آهن، جن جي استعمال ڪر گهرجي.

## [8]
## اسلام ۾ علم جي ڳولا

(يا، قديم يوناني، فارسي ۽ سنسڪرت ڪتاب، مسلمانن جا ترجمه ٿيل)

مسلمانن جو نبي صلي الله عليه وسلم اُمي هو، يعني پاڻ، لکي پڙهي نه ڄاڻندا هئا. اسلام کان اڳي، يعني جاهليت جي زماني ۾، عرب شاعر، گهڻا هئا، پر لکي پڙهي نه ڄاڻندا هئا. جي ڪي ڪجهه، ضروري لکڻو ٿيندو هو، ته هيبرو يا عبراني اکرن ۾ لکندا هئا. سگهوئي پوءِ، عربي صورتخطي پيدا ٿي، پر سا به نقطن کان سواءِ اکرن ۾، جنهن کي ڪوفي خط چوندا هئا. حضرت جن جي وقت ۾، حضرت علي ۽ ڪي ٿورا اصحاب، عربي لکي پڙهي ڄاڻندا هئا، پر سو به انهيءَ ڪوفي خط ۾. خليفي حضرت عثمان، قرآن مرتب ڪيو، ته به انهن ئي اکرن ۾. نقطن نه هئڻ ڪري، گهڻيون غلطيون ٿينديون هيون، جيئن سنڌ، ۾ واڻڪن ٻڻن اکرن ۾ ٿينديون هيون، جي سڌريل هندو - سنڌي يا عربي - سنڌي پيدا ٿيڻ ڪري گم ٿيون. عباسي خليفي عبدالملڪ بن مروان جي زماني ۾، حجاج بن يوسف جي ڪوشش سان، نصر بن عاصم، عربي حرفن تي نقطا ٺهرايا، جنهن جي ڪري، اڳوڻيون غلطيون، گم ٿيڻ لڳيون ۽ قرآن به پوءِ، انهن اکرن ۾ لکيو ويو. لکڻ جي سامان جي به مشڪلات هئي. ڪاني يا ڪانهن جو قلم ۽ پيٺل اڱرن ۽ کونر جي مس، پهرين ڪم اچڻ لڳي، پر ڪاغذ ڪو نه هو. کل، ڪپڙي يا تختي تي لکندا هئا. مصر جي فتح

ڪرڻ ڪان پوءِ، پاپيرس يارق ڪم اچڻ لڳو، جنهن مان انگريزي لفظ پيپر نڪتو. سچو پچو ڪاغذ، عباسي خليفي هارون الرشيد جي وقت ۾ ڪم آيو ۽ فضل بن يحى برمڪيءَ، ڪاعذ ٺاهڻ جو ڪارخانو ڪيو، جو سگهو ئي بغداد ۽ شام ۾، ۽ پوءِ اندلس يا اسپين ۾ آيو ۽ اتان، ان جو رواج، يورپ ۾ پيو. جتي تيستائين اهڙو سڌارو ڪو نه هو. ٽين ۽ چوٿين هجري صديءَ جا ڪاغذ تي لکيل ڪي ٿورا ڪتاب، لنڊن جي عجائب خاني ۾، اڃا موجود آهن. اسلام جي شروعات ڪان وٺي، عباسي خليفن جي زماني تائين، هيٺين مضمونن جي علمن تي، عربن، ڪتاب لکيا: علم صرف، علم نحو، علم انشا، علم لغت، علم عروض وقافيه، علم بديع، علم ڪلام، علم مناظره، علم معاني، علم ادب ۽ علم تاريخ. علمي مايي وڌائڻ لاءِ ۽ ڪتابي خزاني زيادهه ڪرڻ لاءِ عربن ۽ ٻيا علم وارا مسلمان، ٻين ملڪن ڏي نهارڻ لڳا ۽ جدا جدا مضمونن جا ڪتاب، هٿ ڪري، عربيءَ ۾ ترجمو ڪرڻ لڳا، انهيءَ ڪم لاءِ، اگرچه، هو چين تائين به ويا، ته به گهڻا ڪتاب، هنن، پهريائين يونان، ۽ پوءِ ايران ۽ پوءِ هندوستان مان هٿ ڪيا، ۽ عربيءَ ۾ ترجمو ڪيا. مطلب ته اسلام ۾ باقاعدي تعليم، سن 143 هجريءَ ڌاري شروع ٿي ۽ پوءِ، ٻن ٽن صدين

جي اندر، هزارين عالم، فاضل، مجتهد، فقيهه، حڪيم، فيلسوف، اديب، شاعر ۽ مؤرخ پيدا ٿيا، جن تي مسلمانن کي، فخر ڪرڻ جو واجبي سبب آهي ۽ جن کان مغرب يا يورپ وارا، فيض حاصل ڪرڻ لڳا، جتي اوستائين، علم ۽ هنر جو نالو ئي ڪونه هو. مسلمانن جي مدرسن ۽ تعليم گاهن ۾ پڙهي ۽ انهن جي ڪارخانن ۾ هنر سکي، ڪيترن يورپين ماڻهن، علم ۽ هنر، پنهنجن ملڪن ۾ وڃي پکيڙيو ۽ انهيءَ طرح، يورپ ۾ علم ۽ هنر جو سڌارو ٿيو. انهيءَ لاءِ، يورپ وارا، اسلام جا احسانمند ۽ شڪرگذار آهن. انگريزي مشهو عالم راجربيڪن، اسپين جي اسلامي يونيورسٽيءَ يا دارالعلوم ۾ پڙهيو. روم جا پوپ سلوسٽر ۽ ڪنسٽنٽائين بئي، عرب استادن جا شاگرد هئا. حسابي علم جون سڀ شاخون، سائنس جا سڀ قسم، ڪيميا يا ڪيمسٽري، قدرتي علم، طب ۽ دواسازي، خاص اکين جي طب، اسپتالون، دوا خانا، شفا خانا، چرين جو اسپتالون، علم نجوم، علم هيئت، علم تاريخ، علم جغرافيه ۽ ڌرتيءَ جي پيمائش، عمارت سازي، علم زراعت، سٽ ۽ ريشم جا ڪارخانا، ڪاشي ۽ مينا جو ڪم، اهي سڀ علم ۽ هنر، پهرين، مسلمانن شروع ڪيا ۽ پوءِ، يورپ وارن، انهن کان سکيا. اڪثر، اُهي سڀ علم ۽ هنر،

عباسي خليفن جي ڏينهن ۾ شروع ٿيا. هر هڪ دور ۾، جي ماڻهو، نهايت مشهور ٿي گذريا، تن مان ڪي ٿورا هتي ڏجن ٿا: صرف نحو ۾، ابوالاسود ۽ عبدالرحمان. لغت ۾ خليل بن احم الغراهدي، زمخشري ۽ ثعلي. قصن ۽ شعر ۾ خليل بن احمد (مٿيون)، همداني، حريري، اصفهاني، ابونواس، امراءَ القيس، لبيد، متنبي ۽ ابوالعلا. فسلفه ۽ حڪمت ۾ الڪندي، الفارابي، ابن سينا، ابن باجا، ابن رشد ۽ غزالي. تاريخ ۽ جغرافيه ۾ واقدي، ابن قطيبه، مسعودي، حمزه اصفهاني، نويري، سيوطي، ابن حلدون، ابو الفدا، ابو الفرج، ابن الاثيري، نوادي، ابن خلقان، يعقوبي ياقوت، اسطخري، بيروني ۽ ادريسي. نجوم ۾ الخوارزمي، يحى، ابو معشر، الفرعاني ، الڪندي. علم هيئت ۽ حساب ۾ الخوارزمي، طب ۽ ڪيميا ۽ ٻين قدرتي علمن ۾ الفارابي، ابو سينا، ابن البيطار طيفشي ۽ ڪيترائي ٻيا.

# (1)
# قديم يوناني ڪتاب

هاڻي هيٺ ڏيڪاريو ته مسلمانن، پهرين يونان مان، پوءِ ايران مان ۽ پوءِ هندستان مان، ڪهڙا ڪهڙا ڪتاب ورتا ۽ ترجما ڪيا ۽ ڪهڙن اُهي لکيا؟ يونان مان اڪثر، فلسفه، طب ۽ منطق وغيره جا ڪتاب، مسلمانن چونڊيا. يونان ۾ رومي ۽ ٻيا آس پاس وارا ملڪ به اچي وڃن ٿا.

(1) رسطيقوس (ارسٽيڪس) جنهن جو مشهور ڪتاب حدود، ابو وفائي ترجمو ڪيو. هو دهري طريقي جو هو، پر پوءِ، جڏهن فلسفي حڪيم آيا، تڏهن حڪيم جا ڪتاب بند ٿي ويا. (2) فيثاغورث (پٿاگوراس). علم رياضي، هندي، هيئت، نجوم، طب، ڪهانت وغيره تي ڪتاب لکيائين. اهو پهريون حڪيم هو، جنهن دهرين ۽ طبيعي فرقي وارن کي رد ڏنو ۽ زمين کي چرندڙ ۽ سج کي بيٺل ڄاتائين. اُنهيءَ جا گهڻائي ڪتاب آهن، جي ترجمو ٿيا. ڪي خاص هي آهن: ارسماطيقي (ارٿميٽڪ)، الواح، النوم واليقظه، رساله الذهبيه، الالات، العقايد، تڪوين العالم، ابي متجرد، ابي سقناني، استخراج المعاني، بيانات

العقليه وغيره (3) سقراط (ساڪريٽيز) جنهن جا گهڻائي شاگرد هئا، جي پوءِ استاد ٿيا. هو موحد هو ۽ علم معقولات تي گهڻا ڪتاب لکيائين. مڙيئي ايڪهٺ ڪتاب، جدا جدا مضمونن تي سندس لکيل آهن، جيئن ته توحيد، مناجات، عقل، نفس، جوهر ۽ عرض، حسن ۽ لذت، هندسه، وغيره ڪن ڪتابن جا نالا هي آهن: تالخيس، لاخس، خردس، فريطن، فيلوطوتي وغيره. (4) بقراط (هپاڪريٽز): جو طب وارن جو استاد هو. انهيءَ جا گهڻائي ڪتاب آهن. مثلن عهد بقراط ۽ فصول، جي حنين، عربيءَ ۾ ترجمو ڪيا. امراض الحاره جو ترجمو، عيسى بن يحي ڪيو. اخلاط جو ترجمو به حنين ڪيو، ۽ الماءِ والهوا جو به ۽ جيش بن حسن، انهيءَ تي شرح لکي. طبيعت الانسان به، حنين ترجمو ڪيو ۽ عيسى بن يحى، انهيءَ جي شرح لکي. (5) اقليدس (يوڪلڊ): هن جا، رياضيءَ تي ڪتاب آهن، جي سندس نالي پٽيان مشهور آهن، ۽ ڪي موسيقيءَ يا راڳ تي به. ڪن ڪتابن جا نالا هي آهن: مناظر، مفروظات، طاهرات، معطيات، قسمت، قانون، ثقل و خفت، اقليدس وغيره. جن عالمن، انهن جا ترجما ڪيا، سي هي آهن: يعقوب بن اسحاق الڪندي، ثابت بن قره، ابو علي حسن بصري، ابن هشيم، قاضي ابي محمد بن عبدالباقي بغدادي، اسحاق

بن حنين، علي بن احمد عمراني، ابو حفص خراساني، ابوالقاسم انطاڪي، ابوالوفا، ابويوسف رازي ۽ ٻيا.
(6) ارسطاطاليس (ارسٽاٽل): هي هڪڙو وڏو يوناني فيلسوف ٿي گذريو آهي، جو سڪندر جو استاد هو. هن جا گهڻائي ڪتاب آهن، خاص چئن مضمونن تي: منطقيات، طبيعات، الـٰهيات، ۽ خلقيات. وري هر هڪ جا پاڱا آهن. جن تي جدا جدا نالن جا ڪتاب آهن. اُهي سڀ، عربيءَ ۾ ترجمو ٿيا آهن ۽ هيٺيان عالم، انهن جا ترجمي ڪندڙ آهن: محمد موسى بن شاڪر، حنين بن اسحاق، جيش بن حسن، قسطار بن بوقا، يحيى بن عدمي نحوي، ابوبشر مني، ابن مقنع، ابن بهرين، ڪندي، احمد بن الطيب درازي، فارابي، اسڪندر افريدوسي، ابن ناعميه، ابراهيم بن عبدالله ۽ بيشمار ٻيا، جن مان گهڻا عباسي خليفن پگهار تي، انهيءَ ڪم لاءِ مقرر ڪيا هئا، جو يونان مان پنج اُٺ ڪتابن جا، خليفي مامون جي راڄ ۾ هن گهرايا هئا.
(7) جالينوس (گالن): مشهور يوناني طبيب هو. چون ٿا ته هن، چار سو ڪتاب، طب تي لکيا هئا. ڪن جا نالا آهن: متفرق، الصناعته، مزاج، قوى طبيعت، علل، امراض، حميات، تشريح الڪبير، اختلاف التشريح، تشريح الحيوان، ۽ ٻيا بيشمار. انهن جا ترجما ڪندڙ خاص هي آهن: حنين بن اسحاق، جيش،

اصطفن بن نسيل، ابراهيم بن الصلت، ثابت بن قره، عيسى بن يحى، يحى بن بطريق، علي بن عيسى، وغيره. (8) بطليموس (ٽالمي): هيءُ، نجوم ۽ هندسه جي علم جو استاد هو، جنهن رصد ۽ اصطرلاب بنايا. انهيءَ جا به گهڻا ڪتاب مشهور آهن، جيئن ته مجسطي، نقش الارض، جغرافيه، اعمال الرصد وغيره، ۽ انهن جا مشهور مترجم هي آهن: فضل بن يحى تبريزي، ابو ريحان خوارزمي، محمد بن جابر، ابو حيان، حجاج بن مطر، ابراهيم بن الصلت، حسين بن اسحاق وغيره.

مٿين مشهور يوناني حڪيمن کان سواءِ، هيٺيان حڪيم به آهن، جن جا ڪتاب، سرياني توڙي عربيءَ ۾ ترجما ٿيا: انڪساغورث (آنگزگوراس)، فلانوس، جو فيثاغورث جو شاگرد هو ۽ جو ايران ۽ هندوستان ۾ به آيو هو. افليمون، جو بقراط جو شاگرد ۽ فراست جي علم ۾ قابل هو. ابلونيوس يا بليناس، جو هندسه ۽ رياضيءَ ۾ قابل هو ۽ جنهن جا مشهور ڪتاب مخروطات، ۽ قطع الخطوط ۽ قطع السطوح ۽ مقاصد آهن، جي سپئي، ثابت بن قرت ترجمو ڪيا. نيقوماجس، جو فيثاغورث جو شاگرد ۽ ارسطاطاليس جو پيءُ هو ۽ حساب، طب ۽ راڳ ۾ ماهر هو ۽ انهن تي، گهڻا ڪتاب لکيائين. اسقلادس، جو اقليدس جو

شاگرد هو. انهيءَ جا ڪتاب اجرام، ابعاد، طلوع وغروب مشهور آهن ۽ ترجمو ٿيا. فاليس رومي، جنهن ارسطوءَ جي منطق ڪي شرح لکي ۽ ڪتاب احڪام المواليد ۽ برنذح لکيائين، جن جو تفسير، بوزرجمهر لکيو ۽ عربيءَ ۾ ترجما ٿيا. ارشميدس (ارڪميدس)، جو هندسه ۽ رياضيءَ ۾ استاد هو. دوائر متماسه، خطوط متوازنه، خواص مثلثات، ماخوذات اصول هندسه، مفروضات، ۽ ٻيا سندس تصنيف ڪيل ڪتاب آهن، جي سڀ ترجمو ٿيا. اسڪندري افريدوسي، ارسطوءَ جي شاگردن مان هو. انهيءَ جا ڪتاب اصول عاليه، عڪس، فرق مابين جنس وهيولى، ۽ ٻيا، مشڪل فلسفه جا ڪتاب، جي سڀ عربيءَ ۾ ترجمو ٿيا. منارائي، هندسه جو عالم، ابرخس بابلي، نجوم جو عالم، برقليس دهري، فرفوريوس، صوري، جنهن ارسطوءَ جي ڪتابن جي شرح لکي. ذي سي قوريدوس، جو محققن مان هو ۽ مفرد دوائن تي گهڻا ڪتاب لکيائين، طرقيسوس، اوطرقوس، اردساسيوس، اسڪندروس، برقطوس، باذنيس رومي، ذيوفروس، ديمقراطيس، ذيوقيطس، سنبليقوس رومي، طوريوس، طيقروس، فولس، يحى مصري. اهي سڀ عربيءَ ۾ ترجمو ٿيا.

(2)

جڏهن مسلمانن، ايران يا فارس فتح ڪيو، تڏهن فارسي زبان تي، اسلام جو ۽ عربي زبان جو اثر ٿيڻ لڳو. اڳي، ايران ۾، قديم فارسي ڪم ايندي هئي، يعني درِي ۽ پهلوي، زند ۽ پازند، جي ٻوليون، سنسڪرت سان گهڻو مشابهه هيون. جڏهن مسلمانن، ايران ذي قدم کنيو ۽ عرب حاڪم ٿيڻ لڳا، تڏهن سرڪاري زبان، عربي ٿيڻ لڳي ۽ اُها قديم فارسي، گم ٿيڻ لڳي، پر سگهوئي، اُهي حاڪم ٿيڻ لڳا، جن جا آباواجداد ايراني هئا، تنهنڪري فارسي، وري جيئري ٿيڻ لڳي، مگر منجهس، عربي لفظ شامل ٿيڻ لڳا. سنه 442ه ۾، اميراسماعيل سامانيءَ جي زماني ۾ ايران، ترڪستان ۽ خراسان ۾، اُها عربي آميز فارسي، سرڪاري دفتري زبان ٿي وئي، ۽ سگهوئي پوءِ، ايراني مسلمانن، تصنيف ۽ تاليف جو ڪم شروع ڪيو.

## علم تاريخ

عباسي خليفن جي دربار ۾، اڪثر ايراني مجوسي، گهڻا هوندا هئا ۽ انهن کان، قديم فارسي ڪتابن جي ترجمي جو ڪم، ونڻ ۾ ايندو هو. پر عربن جي غلبي سبب ايران جي ڪتبخانن کي، گهڻو نقصان رسيو هو. تنهنڪري اُتي جي حڪمت، فلسفه ۽ اهڙن ٻين اعلى

علمن جو، ڪو به ڪتاب، عربيءَ ۾، ترجمو ٿيل، ڏسڻ ۾ ڪو نه ٿو اچي. فقط علم ادب، علم اخلاق، علم طب، علم تاريخ ۽ جنگ جي فن جا ڪتاب ترجمو ٿيا، پر سي به پوئنئين زماني ۾، ۽ اردشير جي عهد ۾. مسلمانن کي، تاريخ جي علم سان، خاص دلچسپي هئي، تنهنڪري تاريخ جا جيڪي ڪتاب ملي سگهين، سي عربيءَ ۾ آندائون. انهن مان، ڪن خاص ڪتابن جا نالا هي آهن:

(1) خدائي نامه: عجم جي بادشاهت جو مفصل احوال، شروع کان وٺي پڇاڙيءَ تائين. اُهو، عبدالله بن المقنع ترجمو ڪيو ۽ انهيءَ جو نالو ”تاريخ ملوڪ الفرس“ رکيائين. اهو گهڻو پسند آيو ۽ انهيءَ جا گهڻائي نقل ٿيا ۽ گهڻو پڙهڻ ۾ آيو.

(6) آئين نامه: اها به هڪڙي مفصل تاريخ هئي ۽ ساڳئي شخص، انهيءَ جو ترجمو ڪيو. اُهو، هڪ وڏو ڪتاب آهي. اڪثر، پارسي موبدن وٽ رهندو هو.

(3) ڪهن نامه: هيءُ به آئين نامه جو ڀاڱو آهي ۽ آئين اڪبريءَ وانگي، انهيءَ ۾، جدا جدا عهديدارن ۽ منصبدارن جو ذڪر آهي، جي تعداد ۾ ڇهه سو ڏيکاريل آهن. (4)سيرملوڪ الفرس: ايران يا فارس جي جدا جدا بادشاهي خاندانن جي تاريخ آهي ۽ جدا

جدا مصنفن جي لکيل آهي. عبدالله بن المقنع، محمد بن جهم برمکي زادويه بن شاهويه اصفهاني، محمد بن بهرام برمکي، اصفهاني، اهي سڀ، انهيءَ جا ترجمو ڪندڙ آهن. (4) سيڪرانپ هي هڪ مفصل ايران جي تاريخ آهي ۽ عبدالله بن المقنع جو ترجمو ٿيل آهي. مسعوديءَ، پنهنجي ڪتاب مزوج الذهب ۾، هن ڪتاب جي گهڻي تعريف ڪئي آهي. (6) تاريخ ساساني: هيءُ ڪتاب، ساساني شاهي خاندان جي مفصل تاريخ آهي. هن جو ذڪر پڻ مسعوديءَ ڪيو آهي، جو سنه 303ھ ۾ موجود هو. اُهو ساڳيو ڪتاب، هشام بن قاسم اصفهانيءَ به ترجمو ڪيو، جنهن جي اصلاح، پوءِ بهرام بن مراد شاه نيشاپوريءَ ڪئي.

(7)رستم واسفندريارنامه: هن ۾، انهن ٻن پهلوانن جا ڪارناما ۽ جنگيون آهن. جبله بن سالم، انهيءَ جو ترجمو ڪيو.

(8) بهرام نامه: بهرام بادشاهه جي تاريخ آهي ۽ ساڳئي مترجم، جبله جو لکيل آهي.

(9) ڪارنامه: هن نالي جا ٻه ڪتاب آهن: هڪڙو، نوشيروان بادشاهه جي احوال بابت ۽ ٻيو اردشيربابڪ جي بابت، جنهن پاڻ پنهنجو احوال لکيو

هو، تزڪ جهانگيريءَ وانگي. (10) نوشيروان نامه: به، اهڙو هڪڙو ذار ڪتاب، ترجمو ٿيو.
(11) سيرت نامه: هداهود بن فرخ زاد جو ترجمو ٿيل. (12) شاهنامه: مٿين ڪتابن مان احوال، عربي شعر ۾ لکيل، ابوعلي محمد بن احمد البلخيءَ جو. تنهن کان سواءِ، شهرزاد يا پرويز، بهرام ورسي نامه، مزدڪ نامه ۽ ڪتاب التاج به ترجمو ٿيا. نوشيروان جو وصيت نامو، پنهنجي پٽ کي، اردشيربابڪان جوعهدنامو شاپور جي نالي، نوشيروان جو خط، فوج جي سردارن ڏي ۽ سنديس، جواسب سان خط ڪتابت به، عربيءَ ۾ ترجمو ڪئي وئي. شاهنامو، فردوسيءَ وارو، فارسيءَ ۾ گهڻو پوءِ لکيو ويو.
مٿين تاريخي ڪتابن جي نسبت ۾، هيترو لکڻ مناسب آهي، ته ڪن ڳالهين ۾، عربي ترجمن ۽ يوناني ترجمن ۾ فرق آهي، جيئن ته جيڪي ڪتاب، ايران جي تاريخ بابت، يونانين ترجما ڪيا، تن ۾ شميرغ يا سفيد ديو، يا ضحاڪ جي نانگن وغيره جو ذڪر ئي ڪونهي، جنهنڪري يورپي يا مغربي مؤرخن جو چوڻ آهي ته اُهي، پنهنجا، ٺاهي گڏيا اٿن، اصل ڪين هئا. پر حقيقت هيءَ آهي ته يونانين، اُهي نه وسهي، ڇڏي ڏنا، پر عربن، ذري پرزي جو، سچو ترجمو ڪيو. انهيءَ بابت، مسعوديءَ به، پنهنجي ڪتاب ۾،

صاف ڏيڪاريو آهي ته ”مون، ئي اُهي ڳالهيون لکيون آهن، جي فقط ايرانين لکيون آهن، نه اُهي، جي ٻين قومن، جيئن ته يهودين، يونانين، يا رومين لکيون آهن، ڇالاءِ جو هنن جي ۽ ايرانين جي بيانن ۾ اختلاف آهن ۽ اسان کي، لازم آهي، ته اسين، ايرانين جو لکيو اختيار ڪريون.“

## علم تاريخ

تاريخ کان سواءِ ڪيترا مذهبي ڪتاب به، ايرانين جا، عربيءَ ۾ ترجمو ڪيا ويا. (پهرين) ايرانين جي بانيءَ زردشت جو پاڪ، ڪتاب جو آسماني چوڻ ۾ ٿو اچي، يعني اوستا، جو اصل قديم پهلوي زبان ۾ هو، ۽ جنهن جو ترجمو زردشت پاڻ ڪيو ۽ انهيءَ جو نالو پازند رکيائين ۽ جنهن جي شرح، وري موبدن لکي ۽ انهيءَ جو نالو پارده رکيائين، اهي سڀ پاڪ ڪتاب، سڪندر جي ايراني ڪتبخانن جي ناس ڪرڻ هوندي، گهڻن هنڌن تي پهچي ويا هئا، جي عربن کي هٿ آيا ۽ انهن جي هنن، ڏاڍي حفاظت ڪئي، ۽ پوءِ، انهن جو عربيءَ ۾ ترجمو ڪيائون. انهيءَ بابت به مسعودي لکي ٿو ته چوٿين هجري صديءَ جي شروعات تائين، اهي ڪتاب، پوريءَ طرح موجود هئا ۽ سيستان ۾، هڪڙي شخص کي ته برزبان ياد هئا. حمزه اصفهاني، جو چوٿين صديءَ ۾ هو، سو

پنهنجي ”سني الملوڪ“ ۾، گهڻن هنڌن تي اوستا جي عربي ترجمي جا حوالا ڏنا آهن. انهيءَ کان سواءِ طبريءَ به، پنهنجي بئي ڪتاب تاريخ ڪبير ۾ به، اوستا جي واقعن جو ذڪر ڪيو اٿس.
زردشت کان سواءِ، ايران ۾، ٻين مذهبن جا به ڪي باني ٿي گذريا هئا، جيئن ته مرقيون، ابن ويصان، مزدڪ ۽ ماني. مرقيون، روم جي ٻارهين شهنشاه يا قيصر جي زماني ۾ رهندو هو. انهيءَ کان ٿيهه ورهيه پوءِ، ابن ويصان پيدا ٿيو. ماني وري، ايران جي بادشاهه شاپور بن اردشير جي زماني ۾ هو. مزدڪ، قباد جو همعصر هو. مرقيون جي ڪتاب جو نالو انجيل هو، جو جنسي عربيءَ ۾ ترجمو ٿيل آهي. مرقيون جي مذهب جو مکيه اصول هيءُ هو ته جهان روشنائيءَ ۽ اونداهيءَ مان پيدا ٿيو آهي ۽ خدا، جهان نه ٺاهيو آهي، چالاڪ جو اُهو، برائيءَ کان خالي ناهي ۽ خدا، برائي ڪڏهن ڪين پيدا ڪندو. ابن ويصان، مرقيون جي مذهب جي هڪڙي شاخ چئي ٿي سگهجي. انهيءَ جا ٽي ڪتاب ترجمو ٿيا: ڪتاب النور والظلمه، ڪتاب روحانيت حق، ڪتاب المتحرڪ والجماد.
مانيءَ ،نبوت جي دعوى ڪئي ۽ پاڻ کي، فارقليط سمجهندو هو، انهيءَ به، پنهنجو هڪ انجيل لکيو.

انهيءَ جو عقيدو اهو هو، ته روشنائي ۽ اونداهي، قديم آهن. انهيءَ جي فقه ۾، جانورن کي کهڻ ۽ نباتات توڙي باهه ۽ پاڻيءَ کي نقصان رسائڻ، حرام آهي. مانيءَ جا ست ڪتاب آهن، جن مان هڪڙو، فارسي زبان ۾ ۽ ڇهه سرياني ٻوليءَ ۾ آهن. اُهي ڇهه هي آهن: سفرالاسرار، سفر الجبارت، فرايض السماعين، شاپورگان، سفر الاحياءِ ۽ فرقماطيه. انهن کان سواءِ، ماني جا ٻيا به ڪيترا رسالا آهن، جن سڀني جا، عربيءَ ۾ ترجما ٿيا. علامه ابو ريحان بيروني ۽ ابن النديم، پنهنجن ڪتابن ۾، انهن جو پتو ڏين ٿا. مانيءَ جا عربي ترجمو ٿيل ڪتاب، ايترو ته مشهور ٿي ويا، جو گهڻا ماڻهو، سندس مذهب جا شمار ٿيڻ لڳا. گهڻا معتبر عالم ۽ ماڻهو، جن مانيءَ ۽ سندس ڪتابن بابت لکيو، سي انهيءَ بدناميءَ هيٺ آيل هئا، پر حقيقت ڪري، اُهي ماڻهو، آزاد خيال وارا ۽ بي تعصب هئا ۽ هنن جو مدعا اهو هو، ته ٻين جي مذهبن جي اصولن جي خبر پوي. متعصب ماڻهن جي نظر ۾، غير مذهب وارن جو نالو وٺڻ به، ڪفر ليکبو هو.

ايران ۾، پوئين مذهب جو باني مزدڪ هو، جو نوشيروان جي پيءُ، قباد جي زماني ۾ رهندو هو ۽ جنهن جو معتقد، قباد پاڻ هو. مزدڪ جو مذهب، قريب، هاڻوڪن بولشوسڪ يا سوشلسٽن وارو هو.

يعني سپ ڪنهن ماڻهوءَ کي، ٻئي ماڻهوءَ جي مال ملڪ ۽ ناموس تي اختيار آهي، انهيءَ ڪري زنا، گناهه شمار ٿيل نه هو. مزدڪ جي ڪتاب جو عربي ترجمو به، عبدالله بن المقنع ڪيو ۽ علامه بلخيءَ، انهيءَ بابت، هڪڙو ڪتاب لکيو، جنهن جو نالو ”عيون المسائل والجوابات“ آهي.

## علم ادب وانشا

فارسي قصن ۽ ڳالهين جا ڪي ڪتاب به، مسلمانن کي هٿ آيا، جي هنن عربيءَ ۾ ترجمو ڪيا. انهن مان مکيه ڪتاب هزار افسانه هو. جو ايران جي بادشاهن کي رات جي جاڳڻ جي عادت وجهڻ لاءِ پڙهندا هئا. انهيءَ جو ترجمو، عربيءَ ۾، الف الليله نالي سان ٿيو. اصلوڪي ڪتاب ۾، هڪ هزار ۽ ٻن سون کان ڪي گهٽ راتيون هيون. هاڻوڪو الف الليله اهو ناهي، اُهو، هڪڙي ٻئي ڪتاب تان ٺاهيل آهي، جو محمد بن عبدوس جهشياريءَ، گهٽيون آکاڻيون گڏ ڪري، هڪڙو نئون ڪتاب بنايو، جنهن جو ذڪر ابن النديم ڪيو آهي.

بوسفارس، محه خسروا، مرمن، خرافته ونزه، خرس وخرگوش، سگ زمانه، شاه زنان، روزبه، نمرود

نامه، يتيمه، عهدارد شير، ڪليله ودمنه، عمارت بن حمزه، ماهانيه، نامئه فرخ زاد، نامه مهران وحسيس.

انهن مان پونيان به، ته نوشيروان جي وزير بوز جمهر جي لاءِ، انهن نالن وارن موبدن لکيا هئا، ۽ ڪليله ودمنه، اهو آهي، جنهن مان پوءِ، انوار سهيلي ٺهيو، ۽ يتيمه، اهو مشهور عمدو ڪتاب آهي، جو ايراني، قرآن مجيد جي مقابلي ۾ پيش ڪندا هئا ۽ جنهن جو جواب، علامه باقلانيءَ ڪي، پنهنجي ڪتاب، اعجاز القرآن ۾ ڏيڻو پيو.

انهيءَ ساڳئي مضمون تي، مٿين ڪتابن ڪان سواءِ، هيٺيان فارسي ڪتاب به، عربيءَ ۾ ترجمو ٿيا: آداب ڪبير، آداب صغير، جي ٻئي، عبدالله بن المقنع ترجمو ڪيا. اردشير في التدبير ۽ بن مردبود، جن مان پهريون، اردشير بادشاهه لاءِ ۽ ٻيو هرمز بن ڪسرى لاءِ لکيو ويو هو. توقيعات ڪسرى، جنهن ۾ نوشيروان جا جاري ڪيل فرمان ۽ حڪم آهن، بفردوس، ۽ موبد موبدان، جي ٻئي، اخلاق جا ڪتاب آهن.

# جنگ جو هنر

جنگ جي هنر ۽ تعليم جا ڪي فارسي ڪتاب به، عربيءَ ۾ ترجمو ٿيا. انهن مان مڪيه آداب الحروب

آهي، جنهن ۾ لشڪر بيهارڻ، قلعن ۽ شهرن جي گهيري ڪرڻ ۽ سرحدن جي مضبوطائيءَ ۽ اهڙين ٻين تجويزن جو ذڪر آهي. اُهو، اردشير جي لاءِ تيار ڪيو ويو هو. تعبيه الحروب، آداب السادرت، جن ۾ پيادن ۽ سوارن جا قواعد آهن. ڪتاب الرمی، جو تيراندازيءَ بابت آهي ۽ بهرام گور جو جوڙيل هو ۽ گوي وچوگان، بهدريءَ جي مشهور راند بابت هو. انهن کان سواءِ، شڪاربازي ۽ بيطاري قيافه ۽ ٻين مضمومن بابت ڪتابن جا به ترجما ٿيا، جن جا نالا، ابن النديم جي فهرست ۾ ڏنل آهن، جنهن ۾ اٽڪل پنجويهن ٿيهن مترجمن جا نالا ڏنل آهن.

مٿين ڪتاب ۽ مصنفن کان سواءِ، هيٺيان قديم ايراني بزرگ پڻ آهن، جن جون تصنيفون به، عربيءَ ۾ ترجمو ٿيون. ايران جو بادشاهه هوشنگ، پيغمبرن ۾ شمار ڪيل آهي ۽ سندس ڪتاب به، ايراني پيغمبرن جي ڪتاب ”دساتير“ ۾ داخل آهن. هن جو هڪڙو ڪتاب، حڪمت عمليءَ بابت، جاودان خرد نالي، جو وزير گنجور بن اسفنديار، قديم فارسيءَ ۾ ترجمو ڪيو، جنهن تان خليفي مامون عباسيءَ جي وزير حسن بن سهل، عربيءَ ۾ لکيو ۽ انهيءَ جي تڪميل، ابوعليءَ ڪئي. حڪيم جاماسپ، جو گشتاسپ جو پاءُ هو ۽ زردشت جو به شاگرد هو ۽ هندي حڪيم

چنڪر نڪاچه جو به شاگرد هو، تنهن جو ڪتاب جاماسب نامه، جنهن کي فرهنگ ملوڪ ۽ اسرعجم به چوندا آهن ۽ جنهن ۾ تارن جي اپرڻ جو ايندڙ وقت ۽ پنجن هزارن ورهن تائين واقعا اڳواٽ ڏيکاريل آهن، سو به ترجمو ڪيو ويو. حڪيم بنادق، نوشيروان جي وقت جو مشهور طبيب هو. انهيءَ جون نصيحتون، ابوعلي سينا، نظم ۾ آنديون. حڪيم اصطفن به، هڪڙو ڪلداني منجم هو، جنهن جو ڪتاب پڻ، ترجمو ٿيو.